# آخري صليبي جنگ

تصنيف

عبدالرشيد ارشد

مترجم

جعفر علي نظاماڻي

ڇپائيندڙ

سنڌ اسلامڪ پبليڪيشنز حيدرآباد

سنڌي ادبي سوسائٽي، ٽنڊو محمد خان

# آخري صليبي جنگ

تصنيف:

عبدالرشيد ارشد

سنڌيڪار:

جعفر علي نظاماڻي

ڇپائيندڙ:

سنڌ اسلامڪ پبليڪيشنز حيدرآباد

سنڌي ادبي سوسائٽي، ٽنڊو محمد خان

كتاب جو نالو: ——— آخري صليبي جنگ

تصنيف: ——— عبدالرشيد ارشد

سنڌيڪار: ——— جعفر علي نظاماڻي

ڪمپوزنگ: ——— اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر

B / 400 يونٽ نمبر 4 لطيف آباد حيدرآباد

ڪمپوزر: ——— اشتياق احمد - امتياز احمد

قيمت: ——— 50 روپيا

اشاعت: ——— 500

دنيا ۾ خوفناڪ جنگ جي ورچڙهيل آهي، انسانذات امن ۽ سڪون جي ڳولا ۾ پاڻ پتوڙي رهي آهي هن پاسي حالتن کي وڌيڪ ڳنڀير بڻائڻ لاءِ آمريڪي صدر جارج ڊبليو بش صليبي جنگ (Crusade) جي ٻيهر شروعات افغانستان ۽ عراق تي حملي سان ڪئي آهي جنهن جي ابتدا پهريون پيرو پوپ اربن دوم 1095ع چرچ ۾ ويهي مڙني يورپي قومن کي هڪ جهنڊي هيٺ گڏ ڪري اهو اعلان ڪندي ڪئي ته ”اسلام هڪ شيطاني مذهب آهي (معاذالله) جنهن کي اڳتي وڌي ختم ڪري ڇڏيو“ بش اهو اعلان پڻ ڪيو آهي ته اسان ڪنهن به ملڪ تي ڪنهن به مهل حملي ڪرڻ جو اختيار رکون ٿا ۽ ان کان اسان کي ڪو به روڪي نه ٿو سگهي. يورپ، آمريڪا ۽ اسرائيل جي اتحادي فوج عراق ۽ افغانستان تي حملي ڪان پوءِ ايران، شام ۽ پاڪستان کي به صليبي حملن جون ڌمڪيون ڏئي رهي آهي جنهن افغانستان جي حملي ۾ مسلسل ڪارپيٽ بمباري ڪري 60 هزار مسلمان شهيد ڪيا سندن اها ويڙهه اڃ تائين جاري آهي.

ساڳي ئي صورتحال عراق جي مسلمانن جي آهي جن تي خطرناڪ بم وسائي ڪين باهه جو عذاب ڏنو پيو وڃي. هن پاسي مسلمانن خلاف جاري صليبي جنگ کي معاشي، سياسي ۽ عسڪري دائرن مان ٻاهر ڪڍي ابلاغي ميدانن تائين وسيع ڪرڻ لاءِ هڪ سوچيل سمجهيل منصوبي تحت نبيﷺ جا توهين آميز خاڪا (ڪارٽون) يورپ جي 37 ملڪن جي اخبارن ۾ شايع ڪيا ويا. اهڙن ڪڌن ڪرتوتن سان امتِ محمديہ جا جذبا يقيناً مجروح ٿيا آهن. انهن غير اخلاقي حرڪتن جي ڪري 2006ع ۾ پوري دنيا ۾ مسلمانن تاريخي احتجاج ڪيو ۽ مظاهرن، جلوسن ۽ جلسن ۾ ڪروڙن جي تعداد ۾ مسلمانن شرڪت ڪئي ايستائين جو بمبئي سميت پوري هندستان ۾ به لکين مسلمانن مظاهرا ڪيا جنهن ۾ ڪيترائي هندو پڻ شريڪ ٿيا. پاڪستان جي شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ به جلسا، جلوس، ۽ احتجاجي مظاهرا ڪيترن ئي مهينن کان جاري آهن. اها حقيقت آهي ته آمريڪي ۽ يهودي پنهنجو نيو ورلڊ آرڊر پوري دنيا ۾ لاڳو ڪرڻ ۽ خاص طور تي اسلامي

ملڪن تي سياسي، سماجي، ۽ تهذيبي حملن ذريعي مسلمانن کي پنهنجو غلام بڻائي سندن وسيلا تبضي هيٺ آڻڻ جي رٿا بندي ۾ رڌل آهن.

نبيؐ جن جو فرمان آهي ته هڪ وقت اهڙو به ايندو جو باطل قوتون مسلمانن مٿان ائين ڪڙڪي پونديون جيئن بکيا دسترخوان تي. ۽ پاڻ فرمايائون ته "ان وقت منهنجي امت جو تعداد بنو ڪلب جي رڍن جي وارن کان به وڌيڪ هوندو پر امت کي ان وقت وهن جي بيماري لڳل هوندي.حب الدنيا و ڪراهيته الموت. يعني هودنيا سان محبت ۽ موت کان نفرت ڪرڻ لڳندا ۽ اڄ اسان مان اڪثريت جي حالت اها ٿي آهي پر اميد جو ڏيئو وساميو ناهي ايمان وارن جي حالت ۾ اڄ واضع تبديلي محسوس ڪري سگهجي ٿي، اڄ امت سجاڳ ٿي رهي آهي، سندس هڪ وڏو حصو ڪفر جي قوتن سان اڄ به جهاد ڪري رهيو آهي. فلسطين، ڪشمير، چيچنيا، افغانستان ،عراق، ترڪي توڙي مصر ۾ ڪفر ۽ ناعاقبت انديش حڪمرانن خلاف مسلمانن جون مزاحمتي تحريڪون جاري آهن ۽ اهو وقت ويجهو آهي جنهن جي بشارت پاڻ سڳورنؐ جن ڏني ته "آخرڪار اسلام پوري دنيا جي نظامن تي غالب ايندو۽ پاڻ فرمايائون ته حضرت عيسيٰ عليه السلام ابن مريم دجال کي مارڻ لاءِ سندس ڳولا ۾ نڪرندو ايستائين جو لدءِ جي مقام تي جتي اڄ اسرائيل جو زبردست فوجي اڏو ۽ ايئرپورٽ آهي ،دجال کي قتل ڪندو ۽ پوءِ مسلمانن کي دلداري دڳروه الله مزن

هي ڪتاب موجوده ۽ ايندڙ حالتن تي تجزئي تي مشتمل آهي جنهن ۾ آخري صليبي جنگ جي عنوان سان نبي سائينؐ جي امت خلاف عالمي سازش جو پردو چيريو ويو آهي. محترم جعفر علي نظاماڻي جن وڏي محنت ۽ جفا ڪشيءَ سان هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي. خدا سندس محنتن کي مان عطا فرمائي. (آمين)

عبدالوحيد قريشي
جنرل سيڪريٽري

# فهرست مضامين

# عرض مترجم

معروف اديب جناب عبدالرشيد ارشد "جوهر آباد" جي مشهور لکيل آخري صليبي جنگ حصہ پهرين جو سنڌي ترجمون توهان جي هٿن ۾ آهي، ترجمون (ڪتاب) پسند جي سند حاصل ڪري ته الله تعاليٰ جا احسان عظيم ترجمي ۾ جيڪڏهن ڪا خامي نظر اچي ته اها منهنجي ڪم علمي تصور ڪئي وڃي آئون ڪتاب جي لکندڙ سان گڏ پنهنجي پياري ڀاءُ حسين صحرائي، محمد موسيٰ ڀٽو صاحب ۽ انهن تمام دوستن جو شڪر گذار آهيان. جن محنت ۽ خلوص سان هن مسوده کي ڪتاب جي شڪل ڏني ۽ توهان تائين پهچائڻ ۾ پنهنجي حصي جو ڪم ڪو پوري ذميداري سان ادا ڪيو.

الله تعاليٰ انهن سيني دوستن کي دنيا ۽ آخرت ۾ بي پناه نوازشن سان سرفراز فرمائي. آمين ثم آمين

جعفر علي نظاماڻي

# مهاڳ

آخري صليبي جنگ جي نالي سان زير نظر ڪتاب پاڪستان جي مشهور دانشور عبدالرشيد ارشد صاحب جو جوڙيل آهي. جنهن ۾ موصوف تفصيل سان ٻڌايو آهي تہ مسلمانن خلاف صليبي جنگين جو سلسلو لڳاتار جاري آهي. عالم اسلام ۽ خود پاڪستان ۾ اسلام ۽ اسلامي ڪاز خلاف هر شعبہ زندگي ۾ شروع ڪيل مهم ۾سدي يا اڻ سڌيءَ طرح صليبي قوتن جو ئي ڪردار شامل آهي، جيڪي هينئر آزادي، روشن خيالي، عورت ۽ مرد جي مساوات ۽ مسلم معاشري جي سماجي، معاشرتي ۽ معاشي ترقي جي نالي تي اسلامي تهذيب جي خلاف جنگ جوٽيو ويٺا آهن. انهيءَ مقصد لاءِ اسلام دشمن عالمي قوت، ان جا ملٽي نيشنل ادارا ۽ بي شمار ايجنسيون سڄي عالم اسلام ۾ مسلمانن جي ذهين نئين نسل کي خريد ڪري انهن جي هٿان اين جي اوز قائم ڪرائي،مسلم معاشري کي ديوس ۽ بي غيرت بنائڻ، مردن ۽ عورتن جون ميل ميلاپ جون مجلسون ڪوٺائڻ، عورتن کي گهرن کان ٻاهر ڪڍڻ ۽ روشن خيالي جي تحريڪ کي هر سطح تي هٿي ڏيڻ جي ڪم ۾ مصروف رکڻ لاءِ ڪوشان آهن ان لاءِ بين الاقوامي عالمي ادارا اربين ڊالر خرچ ڪري رهيا آهن. مقصد فقط هڪڙو آهي، اهو اهو تہ مسلمانن کي اسلام ۽ اسلامي تهذيب کان پري ڪري. مغرب پرست ۽ ماده پرست بنائجي ۽ سندس اخلاقي ۽ انساني وصفون ختم ڪري ذهني ۽ نفسياتي طور پنهنجو غلام بنائجي: اهڙيءَ طرح عالم اسلام جي موثر ۽ طاقتورطبقن کي ديوس، بي غيرت ۽ بي وس بنائي سڄي عالم اسلام جي سمورن وسيلن تي ڪنٽرول ڪجي.

انهيءَ مقصد ڪاڻ عالمي سامراج جيڪو دراصل صليبي قوتن جو حامل آهي،اهو پنجاه سٺ سالن کان وٺي عالم اسلام جي اجتماعي زندگي جي هرشعبي تي اثرانداز ٿي، حڪمرانن کان سياسي، تعليمي، انتظامي ۽ معاشي پاليسيون اهڙي قسم جون جوڙائي رهيو آهي، جنهن سان ماده پرستي جي فضا

ڪي هتي ملي ۽ دجالي تهذيب لاءِ حالتون سازگار ٿين.

زيرنظر ڪتاب ۾ ان سلسلي ۾ جيڪا معلومات تفصيل سان پيش ڪئي وئي آهي. اُن سان عالمي صليبي قوت جي سمورين سازشن تان پردو ٿو کڄي، ۽ پڙهندڙن جي آڏو اها حقيقت پڌرو ٿيو پوي ٿي تہ اسان جا حڪمران ۽ اين جي اوز وارا صليبي قوتن جي هٿان رانديڪي وارو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن.

مصنف شڪريي جو مستحق آهي جو هن هن موضوع تي اهم ڪتاب لکي اسان کي بيدار ڪرڻ جو فريضوسرانجام ڏنو آهي. ڪتاب جوترجمو محترم جعفر علي نظاماڻي صاحب ڪيو آهي. موصوف دين جو غيرمعمولي جذبورکندڙتحريڪي ڪارڪن آهي. سندن سڄي زندگي استاد جي حيثيت سان شاگردن جي تعليم ۽ تربيت ۾ گذري آهي. جعفر علي نظاماڻي صاحب انهن فردن مان هڪڙو فرد آهي، جيڪي قول ۽ عمل ۾ تضاد کان محفوظ آهن. سندس زندگي جو درويشانہ رنگ ڍنگ ۽ هر وقت دعوتي جذبو ۽ جنون ڏسي اها تمنا رهي ٿي تہ ڪاش نظاماڻي صاحب جهڙا دعوتي ۽ تحريڪي ڪارڪن اسان جي ڳوناڻي زندگي ۾ ڪجهہ سرس پيدا ٿين تہ جيڪر اسلامي تحريڪ کي هتي ملي ۽ بُرائي جي قوتن جي مقابلي ۾ بهتر صورت پيدا ٿئي. هو تجربي ڪار ۽ جهانديده تحريڪي ڪارڪن آهي، جيڪو ڳالهين کان وڌيڪ ڪم ۽ مسلسل ڪم سان دلچسپي رکي ٿو.

محترم جعفر علي نظاماڻي صاحب زير نظر ڪتاب جي اهميت کي محسوس ڪندي، جوش ۽ جذبي ۾ اچي، ڪتاب جو ترجمو ڪيو آهي. هن ترجمي ۾ سٺي محنت ڪئي آهي، پر جيئن تہ سندس اردو مان ڪيل پهريون ترجمو آهي، ان ڪري ترجمو ايترو معياري تہ ناهي، تاهم ڪتاب جو مفهوم سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿو انهيءَ محنت لاءِ موصوف پڙهندڙن پاران تعريف جومستحق آهي.

۸ سيپٽمبر۲۰۰۵ع — محمد موسيٰ ڀٽو

# ديباچو

"آخري صليبي جنگ" تي ڪجهه چوڻ کان اڳي جيڪڏهن ملڪ جي باوقار رسالي اردو ڊائجسٽ جي گذريل شماري ۾شايع شده هڪ ڪهاڻي جو خلاصو توهان جي سامهون پيش ڪريان ته نه صرف توهان کي آخري صليبي جنگ جي هڪ اهم محاذ جو تعارف ٿي ويندو. بلڪ بيان ڪيل باقي محاذن جي سچائي تي به توهان جو يقين پختو ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن توهان حقيقت جي تهه تائين پهچي ڪري پنهنجو قبلو درست ڪري سگهيا ته آئون سمجهندس ته منهنجي محنت سجائي ٿي.

اردو ڊائجسٽ جي ڪهاڻي اسان کي ٻڌائي ٿي ته هندوستان تي برطانوي راڄ جي وقت هڪ انگريز فوجي آفيسر جي هندوستان جي رياست جي ڪنهن نواب سان گهاٽي دوستي هئي. نواب صاحب اڪثر برطانيه ايندو ويندو هو. هڪ دفعي جڏهن برطانيه ويو ته انگريز فوجي آفيسر کي به اطلاع مليو. هو ملاقات جي لاءِ آيو. گپ شپ ٿي. پوءِ انهيءَ انگريز نواب صاحب کي سير جي پيشڪش ڪئي ته نواب صاحب چيو ائين ته مون هتي ڪافي سير ڪيو آهي. ها جيڪڏهن ڪا خاص جڳهه ڏيکارڻ گهرو ٿا ته پلي شوق سان پروگرام ٺاهيو. انگريز آفيسر ٻئي ڏينهن جو پروگرام ڏيئي ڪري هليو ويو.

ٻئي ڏينهن جڏهن هو نواب صاحب سان مليو ته هن چيو نواب صاحب توهان کي انوکو سير ڪرايان ٿو. مگر شرط هي آهي ته توهان مون سان ڳالهائجو نه ۽ نه ڪو سوال ڪجو. نواب صاحب انهيءَ پراسرار سير تي حيران به ٿيو ۽ وڏي شوق سان هلڻ لاءِ تيار ٿي ويو.

پروگرام جي مطابق ٻئي ڏينهن انگريز آيو ۽ پنهنجي گاڏي تي نواب صاحب کي وٺي لنڊن کان ٻاهر هڪ طرف روانو ٿي ويا. ڪيترائي ميل وڃي ڪري

هڪ پراڻي عمارت وٽ بهترين بينل گاڏين وٽ پنهنجي گاڏي بيهاري، ٻئي گاڏي ۾ ويهي ڪري سفر شروع ڪيو. اهو رستو جهنگ جي وچ ۾ هو. ڪافي مفاصلوڪري هڪ قلعه وانگر عمارت نظر آئي، جنهن جي آس پاس دالان هو. مختلف طرف جي عربي لباس ۾ ڪجهه نوجوان پڙهي ۽ پڙهائي رهيا هئا.

اهي ٻئي گاڏي بيهاري لهي ويا. اوسو پاسو گهمي ڦري ڏٺائون ته ڪنهن جاءِ تي فقه پڙهائي پئي وئي، ڪنهن جڳهه تي حديث و قرآن پڙهايو پئي ويو. نواب صاحب اها درس گاه ڏسي تعجب جي درياه ۾ ٻڏي ويو. واپسي جو سفر شروع ٿيو. جيئن واپس جهنگ مان نڪتا ته نواب صاحب سوال ڪرڻ شروع ڪيا ته عربن ڪي فقه، قرآن ۽ حديث هتي ڪهڙي يونيورسٽي جي تحت ڪهڙي مصلحت جي ڪري پڙهايو وڃي ٿو. انگريز دوست کلي ڪري جڏهن نواب صاحب کي ٻڌايو ته اهي مسلمان نه هئا، بلڪ يهودي ۽ عيسائي نوجوان هئا ته نواب صاحب ششدر ٿي ويو. انگريز دوست ٻڌايو ته انهن ماڻهن کي مسلمانن جي ملڪن ۾ اسلام جو مڪمل علم حاصل ڪري انهن ۾ داخل ڪيو ويندو. اهي اتي مسلمان بنجي انهن جي زبان ۽ لهجي ۾ هرڳالهه ۾ انهن جي اندر مسئلن جي اختلافن کي پڙڪائيندا رهندا. جڏهن مسلمان انهن اختلافن ۾ ڦاسي ويندا ته يهود ۽ نصارن جو سڀ ڪم آسان ٿي ويندو.

راقم الحروف اهڙائي ڪيترا ڪردار مصروف عمل ڏٺا آهن. سلطنت عمان جي زرعي محڪمي ۾ هڪ صاحب ظاهري طور تي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر زراعت هو. اهو برٽش آرمي جو ڪيپٽن مائڪ هتلر هو. اهو خالص عماني لهجي ۾ عربي ڳالهائيندو هو. ۽ بدوي ان جي سامهون مقابلو نه ڪري سگهندا هئا. اهڙي طرح صلالہ جي گورنر کي هڪ آمريڪن پرائيويٽ سيڪريٽري نصيب ٿيو. جيڪو بهترين عربي ڳالهائيندو ۽ لکندو هو. ۽ ٽائپ به ڪندو هو. اها ان صلالہ جي ڳالهه آهي جتي بقول هڪ فري ميسن جي "اسان جي ڪافي تعداد آهي".

مشرق وسطيٰ ۾ انهيءَ منصوبه بندي کي چڏيو.اسلامي جمهوريه

پاڪستان ۾ ايندڙ وقت ۾ ھٿجندڙ نين جماعتن ۽ گروپن تي نظر وجھو. انھن جي منشور تي نظر ڊوڙايو. نت نون وڌندڙن اختلافن ۾ تيزي تي غور ڪريو. ته توھان جي دل گواھي ڏيندي ته اھو بنا وجه نه آھي. انھيءَ جي پٺيان ھڪ وڏي طاقت آھي. جيڪا ٿوري ٿوري وقفي ۾ صورت حال بگاڙڻ لاءِ مصروف عمل آھي. ته اھڙي طرح پاڪستان کي ڪمزور ڪري سگھجي ٿو.

"آخري صليبي جنگ" ۾ توپن جي ٺڪاءَ، تلوارن جي چمڪات، گھوڙن جي ھٽڪار بلاشڪ پڌڻ ۾ نٿي اچي. ظاھر ۾ خون جا درياءَ به نه آھن، مگر سڀ سنو جي تھ ۾ جڏھن به ڪو باشعور جھاتي پائي ٿو ته ھر محاذ تي ھلندڙ شديد ترين حملو ۽ انھن حملن کان متاثر ٿيڻ وارا نظر اچن ٿا. ھر قسم جا موجوده تعصبات ۽ نفرتون آخري صليبي جنگ جا ھٿيار آھن.

"آخري صليبي جنگ" جي گھٽن محاذن جو تعارف ڪرائڻ اسان انھيءَ ڪري ضروري سمجھيو ته توھان انھيءَ آرسي ۾ گھٽ ۾ گھٽ اھو ڏسو ته اسين ڪٿي بيٺا آھيون؟ آس پاس ۾ ھر محاذ تي پنھنجا گھٽا پائر به انھن صليبن جا ھٿ ۽ پانھون نظر ايندا. اھي امت مسلمه جا عبدالله بن ابي، مير جعفر ۽ مير صادق آھن. تاريخ جو ڪوبه دور انھن جي وجود کان خالي نه آھي.

اس گھر کی خاک اڑانے میں گھر والوں کا جو حصہ ہے
دوچار برس کی بات نہیں یہ نصف صدی کا قصہ ہے

"آخري صليبي جنگ" ۾ اسان پنھنجي ڳالھ کي دستاويزي ثبوتن سان گڏ توھان جي سامھون رکيو آھي. انھيءَ لاءِ ته ھن کي محض افسانو نه سمجھيو وڃي. اسان امت مسلمه خاص طور تي اسلامي جمھوريه پاڪستان جي عوام جي سامھون پنھنجو ڪيس پيش ڪري ڇڏيو آھي، ته عوام جي عدالت بھترين عدالت آھي.

ڪتاب جي اشاعت ۾ مدد تعاون ڪرڻ وارن سيني احبابن جي لاءِ اسان جو دل شڪر ۽ محبت جي جذبن سان پر آھي.

شل ڏڻي تعاليٰ اسان سيني جي انهيءَ محنت کي قبول فرمائي. آمين.
الله تعاليٰ هن کي سيني لاءِ فائدي مند بنائي.

عبدالرشيدارشد

# تقديم

## ڊاڪٽر محمد امين (ايم اي - پي ايچ ڊي)

اسان مسلمان بحيثيت اڪيلا ۽ بحيثيت هڪ امت جن خطرناڪ مسئلن سان اڄ گهريل آهيون. جن خطرناڪ بيمارين ۾ مبتلا آهيون. ان تي هر حساس دل جو غمگين ٿيڻ ۽ ان بيمارين جو علاج سوچڻ بالڪل فطري ڳالهه آهي. اسان جي راءِ ۾ انهن مسئلن جي سببن کي اڄ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ته انهيءَ لاءِ ٻن سببن تي غور تي سگهي ٿو. هڪ داخلي ٻيو خارجي پهلوءَ سان ۽ بلاشبہ ٻئي پهلو اهم آهن. جهڙي طرح ڪوبہ وڻ انهيءَ وقت تائين طوفان جو مقابلو نٿو ڪري سگهي، جيستائين ان جون پاڙون مضبوط نہ هجن اهڙيءَ طرح جيستائين مسلمان جي اندر ايمان جون پاڙون ان جي دل جي اندر ايتريون مضبوط نہ هجن جو ان جي فڪر ۽ عمل کي بدلي نہ ڇڏين. انهيءَ وقت تائين ان جي جسم جو مضبوط هئڻ محال آهي. ٻئي طرف خارجي پهلو بہ اهم آهي. جيستائين بيروني دشمن جي صحيح سڃاڻپ ۽ ان جو صحيح ادراڪ ڪري انهن جي سازشن جو توڙ نہ ڪيو ويو اوتري تائين ان جو مقابلو نہ ٿي سگهندو ۽ نہ ان تي فتح حاصل ڪري سگهجي ٿي. دشمن کي سڃاڻڻ (Know the ene-my) جي اهميت مسلمہ آهي هر هڪ محاذ تي دشمن جي منصوبہ بندي کي چاڻڻ بہ ضروري آهي.

"آخري صليبي جنگ" (هي ڪتاب) جيڪو هن وقت توهان جي هٿن ۾ آهي. انهيءَ خارجي پهلوءَ کان توهان جي سامهون سوچ جو هڪ نئون درڪولي ٿو. برصغير جي سطح تي اسان جو تجربو هي آهي تہ اسان جو ۽ اسان جي دين جو دشمن هندو آهي. ملڪي سطح تي صليبي جنگين جي حوالي سان اسان جو

عام تاثر هي آهي تہ اسان جو دشمن عيسائيت آهي، جڏهن تہ هن ڪتاب جو فاضل مولف جناب عبدالرشيد صاحب اسان جي سامهون اهو پهلو پيش ڪري ٿو تہ هندن ۽ عيسائين کان وڌو امت مسلمہ جو خصوصا اسان جو هڪ ٻيو دشمن بہ آهي ۽ اهو يهوديت آهي. اهو چوي ٿو تہ هندو ۽ مغرب جون عيسائي حڪومتون اسان سان جيڪا دشمني ڪري رهيون آهن. انهن جي پٺڀرائي بہ يهوديت ئي ڪري رهي آهي. پنهنجي ڳالهہ هو محض قرائن ۽ قياس سان نٿا چون. بلڪ هر موقعي تي يهودي وثائق (protocols of the meetings of the elders of zoin) مان اقتباسات ڏيئي ڪري اهو ثابت ڪندا آهن. اها يهودي ذهن جي سازش جو نتيجو آهي. اهي هي بہ چوندا آهن تہ عيسائي ۽ هنود محض يهودين جا آلہ ڪار آهن. اصل اسلام دشمن قوت يهودين جي ئي آهي. حقيقت هي آهي تہ فاضل مولف جا دلائل مضبوط آهن ۽ ان جا مضمون پڙهڻ سان ماڻهو واقعي قائل ٿي وڃي ٿو تہ اسان جو اصل دشمن تہ يهودي ئي آهي. يهود ۽ نصاريٰ جي اسلام دشمني جو سبب اهو فرمان نبي ڪريم ﷺ، "أخرجوا اليهود والنصارىٰ من جزيره العرب" (يهود ۽ نصاريٰ کي جزيره العرب مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.) بہ آهي ائين اسلام ۽ يهوديت سادا چوڏهن سوسالن کان هڪ ٻئي جو مدمقابل رهيا آهن. هر ڪنهن دور ۾ صرف جنگ جو طريقو (War stra-tegy) تبديل ٿيندو رهيو آهي.

هن مسئلي تي تمام گهڻو اندازو هن پهلوءَ تي ڪريو تہ فاضل مولف پنهنجو مقدمہ جن مقتدر ماڻهن جي سامهون پيش ڪري رهيا آهن. يعني اسان جا حڪمران سياستدان، بيوروڪريٽ دانشور وغيره اهي خود يهود سازشن کان مرعوب آهن. گويا انهيءَ ڪينسر جو علاج جن ڊاڪٽرن کي ڪرڻو آهي اهي خود انهيءَ موذي مرض ۾ مبتلا آهن. تہ تصور ڪري سگهجي ٿو تہ ويچاري مريض جو ڪهڙو حال هوندو. ۽ انهيءَ کي شفا ڪيئن ٿيندي؟ انهيءَ هوندي بہ مولف "آخري صليبي جنگ" جي جارح منصوبہ سازن جي خلاف پنهنجو ڪيس

اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي باشعور عوام جي عدالت ۾ سنجيده انداز ۽ پرپور وزني دلائل سان پيش ڪيو آهي. ۽ ميرٽ تي ڪيس هارائڻ جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. بهرحال اهو فيصلو توهان ڪي ئي ڪرڻو آهي تہ مولف جي ڳالهہ ۾ ڪيترو وزن آهي. ڇوتہ عوام ڪان سٺو ڪوبہ جج نہ آهي.

مسلمان ڪڏهن بہ مايوس نٿو ٿئي. هو پنهنجي انهيءَ رب ڪان ڪڏهن بہ مايوس نٿو ٿئي. جنهن جي هٿن ۾ زمين ۽ آسمان جون ڪنجيون آهن. جيڪو مسبب الاسباب آهي، جيڪو قوت ۽ طاقت جو مظهر آهي. هن اسان کي اهو حڪم ڏنو آهي تہ اسان صحيح رستي تي هلڻ جي ڪوشش ۽ جدوجهد ڪريون. ۽ پوءِ نتيجو انهي تي ڇڏي ڏيون. لهاذا هر اهو فرد جنهن تائين اهو آواز پهچي، انهيءَ جو فرض آهي تہ بين تائين پهچائي. پاڻيءَ جو هڪ قڙو بہ تمندو رهندو تہ هيٺ پٿر ۾ بہ سوراخ ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙي طرح اسان سڀ ملي ڪري فاضل مولف جي آواز کي اڳتي پهچائيندا رهياسون تہ اهي ڏينهن پري نہ آهن جو اج جو اهو ڪمزور آواز سياڻي جبلن جا جگر چيري ڇڏيندو. انشاءَالله.

ڊاڪٽر محمد امين (MA. Phd)

حرف اس قوم کا ہے سوز عمل زار وزبون
ہو گیا پختہ عقائد سے تھی جس کا ضمیر!
وہ قوم نہیں لائق ہنگامہ فرد!
جس قوم کی تقدیر میں امروز نہیں ہے!

# آخري صليبي جنگ جا چند محاذ

ڪنهن جي زبان مان صليبي جنگ جو لفظ ٻڌندي ئي مسلمان هجي يا عيسائي فورا خيال صلاح الدين ايوبي ۽ رچرڊ شيردل جي طرف ڇڪجي وجي ٿو ۽ هر ڪنهن جي سامهون انهيءَ جو پس منظر ۽ پيش منظر جي فلم ڏسڻ ۾ ايندي آهي تہ هر ڪنهن ٽولي جي لاءِ اهو اهم معرڪو هو. صليبي جنگين ۾ صليب ۽ هلال آمهون سامهون رهيا، ڪوبہ ٽيون ٽولو جيڪڏهن هو تہ جنگين جي نتيجي ۾ متاثر ٿيڻ وارو عوام هو.

گذريل جنگين ۾ ڌرين جي افرادي طاقت ڌرين جي اسلحه کان علاوه ميدان جنگ جي پرپاسي ۾ رهڻ واري عوام ۽ ان جون ملڪيتون متاثر هونديون هيون. باقي آباديون هر طرح امن ۽ سڪون واري زندگي گذاريندڙيون هيون. يا وڌ ۾ وڌ پنهنجي فوج جي لاءِ مدد تعاون جي اميد انهن مان رکي سگهبي هئي. مسلمان ۽ عيسائي پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي منصوبہ ٺاهيندا هئا. انهن ڏينهن دشمني جي باجود جنگي پهلوئن تي ٻنهي ڌرين وٽ اقتدار جو سرمايو هو مگر انهيءَ ۾ بہ مسلمان فوج جو پلڙو هميشہ بلند رهيو.

گذريل دور ۾ صليبي جنگ وڙهي ويندي هئي ۽ وقت جي تقاضائن سان گڏوگڏ انهن جا انداز بہ بدلجندا رهيا. يهودي جيڪي مسلمان دشمني ۾ هميشه مشهور هئا، خاموش نہ رهي سگهيا. الڪفر ملتہ واحده جي مصداق انهن جي پٺڀرائي ڪندا رهيا. ۽ نصرانين کي انهن اڳيان پهرين نمبر تي رکيو. اها ڳالهہ اڄ آساني سان سمجهي سگهجي ٿي. جيئن آمريڪا هجي يا فرانس برطانيہ هجي يا روس سيئي يهودين جا ٿورائتا ۽ احسان مند ۽ زرخريد غلام آهن. يهودين جي اشاره کي هو سمجهندا آهن ۽ انهيءَ مطابق عمل ڪندا آهن.

برطانيہ جو حڪمران خاندان يهودين جي فري ميسن تحريڪ جو سرپرست

آهي. اسرائيلي ھوتو فلسطين جي زمين ۾ برطانيه ئي لڳايو. آمريڪا جا پاليسي ساز يهودي بجيت ٺاهيندڙ قوت يهود ۾ آهي. دنيا ۾ ڊالر ئي غالبا واحد ڪرنسي آهي. جنهن تي يهود جو نشان ڊيوڊ اسٽار "نگران آنکهه" جو بدنام زمانو نشان ٺهيل آهي. جيڪو هن ڳالهه جي علامت آهي ته بين الاقوامي سطح تي اها مستحڪم ڪرنسي آهي، ڇوته انهيءَ جي پٺيان يهودي سرمايو آهي. فرانس ڪي جنهن ڪي وثائق يهودين جي تعارف ۾ يهودي سازش جو ڳڙهه تسليم ڪيو ويو آهي. باقي رهيو روس ته ان جي متعلق هي شاهدي ڪافي آهي ته ڪميونزم جي روح دراصل يهوديت جي روح آهي. (اٺويهه صدي ۽ پوءِ طبع لنڊن 1929 صفحه 29 از پروفيسر ايف. اي سينڊسڪي) پر اڄ عالمي سطح تي اسلام جي سامهون آمريڪا جو ورلڊ آرڊر آهي، ٽوني بليئر هن سان گڏ بيٺل آهي (وغيره وغيره). انهيءَ ڪري اسان انهيءَ کي صليبي جنگ چيو آهي.

پنهنجي ڳالهه جي سچائي جي خاطر آئون اهو چوڻ ۾ ڪابه هٻڪ محسوس نٿو ڪريان ته اڄ آمريڪا، برطانيه، روس ۽ فرانس وغيره هجن. انهن جي يو. اين. او ۽ سلامتي ڪائونسل يا ڪي ٻيون ذيلي تنظيمون هجن يا ان جا مالياتي ادارا ورلڊ بينڪ آئي ايم ايف لنڊن يا پيرس ڪلب هجن. يهودين جي منصوبه بنديءَ کي اڳتي وڌائڻ ۾ هر وقت مصروف عمل آهن. چيچنيا هجي يا ڪشمير هجي فلسطين هجي يا عراق هجي هر هڪ جارحيت جي پٺڀرائي يهود نوازيو. اين. او ۽ ان جي سلامتي ڪائونسل ڪري رهي آهي. عراق جو تحفظ ڪنهن کي مطلوب آهي، اسرائيل کي يا ڪويت کي؟ لبنان ۽ شام کان تحفظ ڪنهن کي درڪار آهي؟ مسلمان ملڪن جي خلاف هر ڪا قرار داد موثر ۽ قابل عمل، اسرائيل ۽ ڀارت جي خلاف هر ڪا قرارداد ويٽو ڪنهن سبب جي ڪري پاس ٿي به وڃي ته واپس يو. اين. او ۽ جنرل اسيمبلي جي ٻوٽ ۾ لڳندي آهي.

اڄ عالمي بساط تي مسلمانن جي خلاف آخري صليبي جنگ جي لاءِ صفون ٻڌيو بيٺا آهن ته بظاهر اهي نصراني آهن، مگر انهن جي پٺڀرائي ۽ ان جي

لاءِ منصوبہ بندي ڪرڻ وارا يهودي آهن ۽ ميمنہ ۽ ميسره ۾ ڪنهن جڳهہ تي روس آهي تہ ڪنهن جڳهہ تي هندو واڻيو آهي ۽ ائين "الڪفر ملتہ واحده" ڪي هر شخص ڪليل اکين سان ڏسي سگهي ٿو. اڄ هلال بمقابلہ صليب نہ آهي جو بظاهر نظر اچي ٿو. بلڪ هلال بمقابلہ صليب ڊيوڊ استار درانتي وير چڪر آهي. آخري صليبي جنگ سرد جنگ نہ رهي آهي، بلڪ ڪلي جنگ آهي ۽ انهيءَ جنگ جو هڪ محاذ نہ آهي بہ ٽي بہ نہ آهن. هي تمام گهڻن محاذن جي جنگ آهي ۽ انهيءَ جو سامان جنگ گهڻو جديد ۽ سائنٽفڪ آهي. انهيءَ جنگ ۾ فتح يابي لاءِ بصيرت، حميت اخلاص ۽ جذبہ حب الوطني سان گڏ تائيد باري تعاليٰ جي بہ هر وقت ضرورت آهي. صفن ۾ مڪمل اتحاد. يڪجهتي جي ضرورت آهي اها جنگ انهيءَ اسلحہ سان وڙهي سگهجي ٿي، موجوده آخري صليبي جنگ جا هٿيار ڪنهن کي نظر نٿا اچن ۽ جنهن کي اچن ٿا انهن ۾ اڪثر پاليل ڪبوتر وانگر اکيون بند ڪري ڇڏيون آهن. انهن ۾ بعض *"ان کے سحر میں مسحور ہو کر انجوائے بھی کر رہے ہیں"* بعض وري انهن جي ذريعي مالي فائدن مان خوش ٿي رهيا آهن يا وهندڙ درياءَ مان هٿ ڌوئي رهيا آهن. "عالم دوباره نيست" انهن وصفن کي توهان پنهنجي روزمره جي زندگيءَ ۾ پنهنجي آس پاس ۾ ڏسندا آهيو ۽ سڃاڻندا آهيو ۽ جيڪڏهن خدانخواستہ ائين نہ آهي تہ اچو آئون توهان کي ڏيکاريان.

## اقدار جو سرمايو.

ڪنهن قوم جو سڀ کان قيمتي سرمايو ان جي عقيدي سان گڏيل اقدار ۽ ان اقدار سان گڏ غير مشروط وابستگي هوندي آهي. غير مشروط وابستگي تقاضا ڪندي آهي، اخلاص نيت جو اجتماعي سطح جي يڪجهتي جو انهيءَ سرمائي جي بل بوتي تي قوم پاڻ ۾ ملي ڪري عروج تي پهچندي آهي، انهي اقدار کان انحراف جو رويو ذلت ۽ خواري جي تہ تائين وٺي وڃي ٿو. انهيءَ لاءِ

تاريخ جي شهادت ڪافي آهي. اقدار جي سرمائي جي باوجود ڪڏهن اتفاق سان ڪوبہ ٽولو بلنديءَ جي طرف پرواز ڪيو تہ منزل حاصل ڪرڻ کان اڳي زمين تي اچي ڦهڪو ڪندو. اهو اقدار غير مسلم وٽ هجي يا مسلم وٽ پنهنجي نصب العين سان گڏ اٽوٽ وابستگي شرط آهي.

ڪنهن قوم تي غلبو حاصل ڪرڻ جي خاطر جيڪڏهن انهيءَ کان اقدار جو سرمايو کسيو وڃي يا اقدار جي سرمائي ۾ معقول ملاوٽ ڪئي وڃي تہ انهيءَ اڌوهي سان انهيءَ جون پاڙون ڪمزور ٿي وينديون. اها ڦهڪو ڪري اچي زمين تي ڪرندي. زمين جي مٿان مسلمہ حقيقت جي طور تي جملہ مذهبن ۾ اسلام ئي اهو مذهب آهي، جنهن وٽ حقيقي اقدار جو سرمايو آهي، جواهواقدارخالق ڪائنات پنهنجي چونڊيل دنيا جي سردار ٻه عالم حضرت محمد ﷺ جي وسيلي سان اسلام جي ذريعي سڄي دنيا جي قومن جي اڳيان رکيو. جن انهيءَ آواز تي لبيڪ چيو، مسلمان سڏايو ۽ عمل ڪيو. انهيءَ اقدارجي پاسداري ڪئي تہ اهي عروج تي پهچي ويا اڄ تائين تاريخ جو ڪوبہ صفحہ انهيءَ درخشندگي جي مقابلي ۾ پيش نٿو ڪري سگهجي.

اسلام جيڪو في الواقعہ گلوبل وليج جي لاءِ گلوبل ضابطۂ حيات آهي. ۽ پنهنجي اندر گلوبل ضرورتن جي تمام تر تقاضائن جي تڪميل جي طاقت رکندو آهي. خالق جي پيدا ڪيل گلوبل فيملي جي حقيقي ضروريات انهيءَ جي مقرر ڪيل نظام حيات سان هر ضمانت سان گڏ نڀائي سگهي ٿي. عالمگيريءَ جو حامل دستور اسلام جي دامن رحمت ۾ آهي، جيڪو هر جڳهہ ۾ هر دور جي جملي مسئلن جو حل پيش ڪري ٿو ۽ هر ڪنهن معاشري کي تحفظ ۽ خوشحالي عزت ۽ وقار سک چين جي ضمانت ڏئي ٿو. اسلام جي آفاقي تعليم انهيءَ جو همہ جهت نظام حيات جنهن اقدار جو سرمايہ انسان جي جهوليءَ ۾ وڌو ان کي هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿو.

☆اخلاقي اقدار ۽ سماجي ۽ معاشرتي سطح تي امن ۽ جنگ جي حالتن

۾ مرد ۽ عورت جي مڪمل حقن جو اقدار.

☆تعليم ۽ تربيت، مرد ۽ عورت جي لاءِ اقدار مدرسہ ومدرس جي حوالي سان ۽ ماحول ۽ نصاب جي حوالي سان بہ.

☆معاشي ۽ تجارتي اقدار ۽ هيٺين سطح جي منڊي ۽ ملازمت سان بين الاقوامي تجارت تائين.

☆صنعتي اقدار: پيداوار سان گڏوگڏ آجر ۽ اجير جي حوالي سان مڪمل ضابطہ اخلاق واقدار.

☆سياسي اقدار: حصول اقدار جي لاءِ ڪوشش و جدوجهد سان صاحب اقتدار هئڻ جي منزل تائين ۽ اقليتن جي تحفظ جو اقدار بہ.

☆مذهبي رواداري: وسعت قلب ونظر اختلاف راءِ ۽ دعوت تبليغ جا اقدار.

☆جهاد جي دوران دشمن کي شڪست ڏيڻ ۽ معاهدو ڪرڻ جي متعلق اقدار زمين جا حق ۽ تحفظ جا اقدار.

☆هر سطح تي مقامي يا بين الاقوامي معاملات ۽ معاهدات سان عهد پوري ڪرڻ جا اقدار سياسي هجن يا سماجي.

بنا خوف ۽ ترديد جي هي ڳالهہ چئي سگهجي ٿي تہ اقدار جو اهو سرمايو ڪنهن بي قوم ۽ ڪنهن بي مذهب ۾ نہ آهي ۽ جيڪڏهن ڪٿي ڪنهن وٽ ڪجهہ آهي تہ مصلحتن جو ماريل سرمايو آهي ۽ گلوبل تاريخ ان جا شاهد فراهم ڪندي آهي. جنهن کي ڪوڙو ڪرڻ سولو نہ آهي. اڄ زمين جي مٿان ڪابہ خوش نصيب قوم آهي تہ اهي مسلمان آهن ۽ جيڪڏهن بدنصيب آهن تہ بہ مسلمان. انهيءَ سرمائي مان مڪمل طور استفاده ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آهن. جنهن جي سبب جي ڪري ريتي جي ذرن جي طرح گهڻائي جي باوجود مغلوب آهن.

شاطر يهود نصارا کي استعمال ڪندي پنهنجي وڏن (Elders of zoin) جي 929 ق ۾ جي منصوبہ بندي جي روشني ۾ عالمي اقتدار کي حاصل ڪرڻ

جي خاطر پنهنجي دشمن نمبر1 اسلام تي ڪاري ضرب لڳائڻ ضروري سمجهيو. ڪابہ جنگ ڪٽڻ لاءِ ضروري سمجهيو ويجي ٿو تہ دشمن جي رسد پهچڻ واري لائن ڪٽڻ سان گڏوگڏ ان جو اسلحي جو ڊپو بہ تباهہ ڪيو وڃي. جيڪڏهن انهيءَ ڪي ڪاميابي ملي وڃي تہ باقي جنگ سولي ٿي پوندي. انهيءَ بنياد تي يهودين ۽ نصارن جي تحقيق هي رهي تہ هر انسان جو حقيقي سرمايہ بمقابلہ اقدار جي پاسداري آهي، انهيءَ ڪري جيڪڏهن پنهنجي مسلمان دشمن کان اقدار خصوصا اخلاقي اقدار جو سرمايو ڦري ونجي تہ ان کي شڪست ڏيئي سگهجي ٿي. انهيءَ سوچ جي اونهائي ۾ هي مسلمہ اصول آهي.

If wealth is lost, nothing lost مال ويو تہ ڪجھ بہ نہ ويو.

If health is lost, some thing is lost, صحت وئي تہ ڪجھ ويو.

and

If charactr is lost, everything is اخلاق ويو تہ سڀ ڪجھ ويو.

lost.

جيڪڏهن مسمان جي دل ودماغ مان اقدار جو سرمايو ڦري ونجي تہ آخري صليبي جنگ جي باقي محاذن تي ڪاميابي تمام آسان ٿي پوندي. حالانڪ انهن جي طيءِ ٿيل پاليسي جي مطابق اسلامي جمهوريہ پاڪستان خاص طور تي هتي حريت جي چٽنگ گهٽو ڪري زنده آهي ۽ ٻين مسلمان ملڪن ۾ عام طور تي عمل ڪندي.

☆سماجي ۽ رفاهي ادارن جي ويس ۾ اين جي او منظم ڪيو، خاص ڪري 67ع جي عرب اسرائيل جنگ کان پوءِ.

☆صحافين، اديبن، دانشورن ريڊيو ٽي وي آرٽسٽن سان ضمير جو سودو ڪيو.

☆هر ڪنهن ملڪ ۾ آفيسر شاهي جي موثر نيٽ ورڪ ۾ پنهنجي زرخريد پاليسي ٺاهيندڙ وهاري.

سياسي ۽ مذهبي جماعتن ۾ پنهنجي دل پسند ماڻهن کي. سياستدانن ۽ علماءِ کي داخل (Plot) ڪيو.

اهو ڪم انهن سالن جي محنت ۽ تياري سان گڏ انتهائي احتياط ۽ دانشمندي سان ڪيو ۽ امت مسلمه ان جي چالبازين کان بي خبر رهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن خبردار ڪرڻ واري خبردار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان جي آواز کي قابل اعتماد نه سمجهيو ويو. ۽ اهو پيري جي طوطي جو آواز بڻجي ڪري رهجي ويو. ايستائين يهود ۽ نصارا هر جڳهه آڪٽوپس جي طرح هر شيءِ کي پنهنجي آهني هٿن ۾ گڏ ڪندا رهيا. اسان وٽ ان جا شاهد آهن (اسان هتي هر ڳالهه اسلامي جمهوريه پاڪستان جي حوالي سان ڪنداسون). اقدار جو سرمايو کسڻ جو گر به يهودين قرآن حڪيم کان سکيو. سوره لقمان ۾ آهي "ومن الناس من يشتري لهوالحديث ليضل عن سبيل الله." ماڻهن "۾ ائين به آهي جو الله جي رستي کان پٽڪائڻ لاءِ لهو ۽ لعب خريد ڪن ٿا. اهو اشارو نضر بن حارث ڏانهن جنهن عراق مان ڳائڻ وڄائڻ وارين رنڊين ۽ الف ليليٰ جا قصا گهرايا هئا. اهو نبي ڪريم ﷺ جي دعوت جو رستو روڪڻ لاءِ سامان گهرايو ويو هو. چوته ڳائڻ وڄائڻ وارين ۽ بيهوده داستان دل کي مردو ڪري برائي جي طرف وٺي وڃي ٿو جتي شراب ۽ شباب ۽ بي طرف قباحتن جي استقبال جي لاءِ موجود هونديون آهن. باقي ڪم سولو ٿي وڃي ٿو.

يهود ۽ نصارا اخلاقي اقدارکان امت مسلمه کي ناڪاره بنائڻ لاءِ پنهنجي زرخريد اديبن، افسانه نگارن ۽ ريڊيو ٽي وي آرٽسٽن جي ذريعي سان قوم کي دين کان بيزار افسانن ۽ ڪهاڻين جي چاٽ لڳائڻ سان گڏوگڏ ريڊيو ٽي وي جي پروگرامن ذريعي پنهنجي مطلب جو زهر انهن جي دلين ۽ ذهن ۾ وجهي فحاشي ۽ بي حيائي کي کليو عام ڪري ڇڏيو. دين جي روح کي پري وٺي وڃڻ لاءِ حمد ۽ نعت کي ساز ۽ آوازکي ملائي هڪ ڪري ڇڏيو وري هڪ قدم اڳتي وڌائي الله جي نالن ۽ قرآني آيتن کي به انهيءَ رنگ، ڍنگ ۾ ملائي ڇڏيو. مسلمان انهيءَ

ڏوڪي ۾ اچي ڪري پلجي ويا ته ڪو هي به نضر بن حارث جي رستي تي گامزن آهن. ۽ رحمت للعالمين جي دشمن جي مقصد کي بالڪل ويجها آهن. اسلامي جمهوريه پاڪستان جي مسلمانن کي ساز ۽ آواز جي گڏيل حمد ۽ نعت ۽ قرآني آيتون ان سان ملائي ڪري پلي ڪرڻ لاءِ مسلمان کي پيش ڪيو. ۽ مسلمانن کي پسند انهيءَ ڪري لڳا، جو عرب کان عجم ۾ آيو هو. يعني اهڙي شرعي ڪوشش مصر ۽ ان جي آس پاس پکڙي هئي. ريڊيو ٽيلي ويزن جي بالغن جي پروگرام ۾ جيڪي ڪجھ ٿي رهيو آهي اهو پنهنجي جڳھ تي اخلاق ۽ مذهب کي تباه ڪرڻ وارو آهي. مگر جن پروگرامن ۾ عام طور تي والدين خوش ۽ شاداب ڏسڻ ۾ ايندا آهن، انهن جي اونهائي تائين پهچڻ هر هڪ جي وس جي ڳالھ نه آهي. اهي ٻارن جا پروگرام آهن، جيڪي نرسري سان مستقبل جي فن ڪاري، وڏي مهارت سان پنهنجي رنگ ڍنگ ۽ پنهنجي سانچي ۾ تيار ڪيا وڃن ٿا. ريڊيو ٽيلي ويزن جا اهي پروگرام ڊرامي جي شڪل ۾ هجن يا موسيقي هجي ۽ اهڙي طرز جا ٻيا انهن جي فهرست تي نظر وجهندا ته ان ۾ اوهان کي يهودي سرمائي ڪارن جي قطار لڳل هوندي، مثلا Each penny save Israel pay مون صرف نموني جي طور تي هڪ نشاندهي ڪئي آهي. ٻين تي گهري نظر وجهندا ته گهڻو ڪجھ نظر ايندو انهيءَ مان انهن جا مقصد به نظر ايندا.

پرنٽ ميڊيا ۾ اخبارن جي رنگين ايڊيشن خاص طور تي فلمي يا ادب جي نالي سان بي ادبي سان پرپور جنسي بيمارين جي تشهير تي ٻڌل صفحا ۽ اسلام دشمني تي ٻڌل دلائل ڪالم اهي سڀ بنا سبب قومي يا ديني مفاد يا دين جي درد جو نتيجو نه آهن بلڪ سڀ اسلام دشمني جو درد آهي. جيڪو ان جي پيٽ مان اٿي ٿو جنهن جي پيٽ ۾ ضمير وڪڻي انهيءَ جي آمدني مان خريد ڪيل خوراڪ داخل ٿي چڪي آهي.

اسلام جي حوالي سان مسلمانن جو اخلاق ۽ ڪردار تباه ڪرڻ جي خاطر يهود ۽ نصارا پنهنجي ادارن جي وسيلي سان مسلمانن ملڪن ۾ خانداني

منصوبہ بندي جا پروگرام اين جي اوز جي ذريعي شروع ڪرايا پنهنجي زرخريد بيوروڪريسي (الا ماشاءالله) جي ذريعي انهيءَ ڪي سرڪاري سرپرستي ۾ ڏنو ۽ انهيءَ جي چار وچائي.

هوش نڪاڻي اچڻ مقدر بڻجي وڃي ته اسين سمجهنداسون ته اسان جي محنت نڪاڻي لڳي آهي. هتي آئون مختصر پنهنجي صداقت جي لاءِ توهان جي سامهون يهودين جي حقيقي منصوبہ بندي جا نمونہ توهان جي سامهون عرض رکندس تانتہ هر ڪنهن کي آخري صليبي جنگ جي حالتن جو مڪروه چهرو ڏسڻ ۾ اچي.

## اقدار جو خاتمو.

اقدار جو خاتمو: "اهائي ڳالهہ آهي جو اسان جي لاءِ لازم آهي ته اسين غيريهود جي تصور، خدا جي روح کي ختم ڪري انهيءَ جي جاءِ تي مادي فائدا ۽ حسابي قائدا ڪٽي اچون." (Protocols 4:5)

(2) "معاشي ترقي ۾ برتري اڳتي وڌڻ جي جدوجهد بي رحم ۽ ٿڌو خون (اقدار کان اڻ واقف) معاشرو تشڪيل ڏيندي بلڪ ڏيئي چڪي آهي، انهيءَ صورتحال سماج، معاشره ۾ اعليٰ سياسي قيادت ۽ مذهب (مذهب ئي اقدار جي بنياد آهي) الله جي لاءِ شديد نفرت تي ٻڌل هوندي، ان جو خدا، ان جو رهنما (اقدار جي حوالي سان) صرف مفاد آهي ۽ اهو سون آهي، جيڪو هو پنهنجي خوشي لاءِ پنهنجي حقيقي عقيدي (اقدار) جي پاڙن ۾ دفن ڪري ڇڏيندا."
(protocols 4:5)

اقدار تي ڪاري ضرب لڳائڻ جو يهودين جي عزم توهان جي سامهون اچي چڪو آهي. اهو مقصد هو ڪيئن حاصل ڪندا ان جو تفصيل اسان اوهان جي سامهون اڳين سٽن ۾ رکنداسون. انهيءَ لاءِ آخري صليبي جنگ جي هر هڪ محاذ تي توهان باخبر رهو.

## تعليمي اقدار جو خاتمو.

”غير يهودين سوچڻ سمجهڻ جي صلاحيت کي طلاق ڏيئي ڇڏي آهي، اهي صرف انهيءَ وقت ڇرڪن ٿا جڏهن اسان جا ماهر تجويزون سامهون آڻيندا آهن .اهوئي سبب آهي جو اسان وانگر هر شيءِ جي گهڻ پاسي اهميت کي نٿا سڃاڻن، جهڙي طرح اسين ۽ اسان جي حڪومت جو وقت ايندو اسان فورا انهيءَ تي عمل ڪرڻ شروع ڪري ڏينداسون.

(جيئن NGO سرڪار جي بدولت اڄ ڪلهه. ارشد).

اسان ڪي پنهنجي ادارن ۾ اهو سبق پڙهائڻو آهي، سادو ۽ سچو علم اهو آهي جيڪو علوم جو بنياد آهي، جيڪو اهڙو معاشرتي ۽ سماجي ڍانچو تشڪيل ڏئي ٿو. جنهن ۾ محنت ڪندڙ جي تقسيم مطلوب آهي، جيڪو بالاخر سماج جي طبقاتي تقسيم تي ٻڌل آهي. انهيءَ علم جي گهري مطالعي جي سبب ماڻهو ڪلي دل ۽ دماغ سان گڏ اقتدار جي قدمن ۾ جهڪي ويندا. انهيءَ تعليم يا علم جي سبب جيڪو انهيءَ ڪم سان مطابقت نٿو رکي. عام انسان ترويج علم جي نالي تي اسان جي متعين ڪيل مرتب ٿيل منصوبن کي (جهڙوڪ موجوده NGO حڪومت ڪري رهي آهي) انڌي عقيدت سان قبول ڪندا آهن. ياد رکندا آهن ۽ خوش ٿي وڃو جو هو پنهنجي گمراهي ۽ جهالت جي طرف ويندا آهن. ڪجهه انهيءَ لاءِ ته هو پنهنجي پرياسي جي حالتن کان نفرت ڪندا آهن. ته ٻي معنيٰ طبقاتي ۽ حيثيتي تفريق (جنهن مان اسين فائدا وٺندا آهيون) موجود آهي. (protocols 3:1)

اسان انهن کي جن حڪمن کي سائنسي قاعدن جي طور تي تسليم ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي، انهيءَ تي انهن کي ايمان جي حد تائين پختگي سان جميل رهڻ ڏنو وڃي.“ (protocols 2:2)

## معاشي تجارتي ۽ صنعتي اقدار جو خاتمو.

”صنعت ۽ تجارت ۾ اجاره داري قائم ڪرڻ جي لاءِ ناگزيز آهي، جو سرمايو هر پابندي کان آزاد هجي. اسان جي اڄ چاڙ هٿن ۾ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ انهيءَ اجاره داريءَ جي خاطر آزاد سرمائي جي لاءِ مصروف عمل آهن. صنعت، تجارت ۾ مصروف ماڻهن کي سرمائي جي آزادي سياسي قوت بخشيندي ۽ پوءِ اهائي آزادي عوامي رد عمل کي ڪچلڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي. (Protocols 5:7)

پنهنجي بين پروگرامن سان گڏ اسين صنعت ۽ تجارت جي ائين سرپرستي ڪنداسون (پنهنجي زرخريد حڪومتي ايجنٽن جي ذريعي) جو عملن مڪمل ڪنٽرول اسان جي هٿن ۾ هجي. سٽي بازي صنعت جي دشمن آهي، جڏهن ته سٽي بازي کان پاڪ معيشت استحڪام جي ضامن آهي. ۽ سرمايو خانگي هٿن ۾ رهڻ سان زراعت مضبوط هوندي آهي. ائين آبادي واري اراضي قرضن جي ختم ٿيڻ کان پوءِ نجي هٿن ۾ ويندي.

اسان جي ڪاميابي انهيءَ ۾ آهي ته سٽي بازي جي ذريعي صنعت ۽ زراعت جا چشما خشڪ ڪري، پوري دنيا جي سموري دولت اسين گڏ ڪريون، ائين غير يهود محض فقير هوندا. اسان جي سامهون ظاهر ظهور غلام هوندا. اسان کان صرف زنده رهڻ جي خيرات گهرندا.“ (Protocols 6:6).

”غير يهودين جي صنعت کي اسين جوئي جي ذريعي تباه ڪرڻ سان گڏ تعيشات کي ترقي ڏينداسين. انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسين پهريائين قدم کڻي چڪا آهيون ۽ تعيشات جي هوس هاڻي هر شيءِ کي هڙپ ڪري رهي آهي. مزدورن جي مزدوري انهيءَ انداز ۾ وڌندي جو ان جي ضرورت انهيءَ مان پوري نه ٿي سگهندي، ڇوته ان سان گڏ؟ تي عمل ڪري قيمتون وڌائيبيون اسين انتهائي ماهرانه چالاڪي وعياري سان گڏ پيداواري ذريعن کي کوکلو ڪنداسون.

اهو ڪم ڪارڪنن کي شراب جي نشي ۽ ٻيون جيڪي نشي وارين شين ۾ ترقي سان حاصل هوندو ۽ انهيءَ ذريعي سان تعليمي صلاحيتن جو استحصال به ٿي سگهندو. (Protocols 6:7)

## سياسي اقدار جي تباهي.

"اسان جي سچاٽپ "طاقت ۽ اعتماد ناهڻ" ۾ آهي، سياسي فتح جو راز طاقت ۾ گڏيل آهي، بشرطيڪ انهيءَ کي سياستدانن جي بنيادي گهرج، ضرورت کي صلاحيت جي پردي ۾ لڪائي استعمال ڪيو ويو هو. تشدد رهنما اصول هئڻ گهرجي. ۽ انهن حڪمرانن لاءِ جيڪي حڪمراني کي نون گماشتن جي هٿن ۾ نه ڏيڻ چاهين انهن جي لاءِ اهو هٿ ۾ لڪل ڀائو "اعتماد بنايو" پاري ميندٽ وغيره جو اصول آهي. مقصد حاصل ڪرڻ جي خاطر ناگزير هجي ته "اسان کي رشوت" ڌوڪو فريب ۽ دغابازي ۽ بي وفائي کان اجتناب نه ڪرڻ گهرجي. سياست ۾ اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته حاڪميت ۽ اطاعت جي لاءِ ٻي جي مال تي بنا جهجهڪ قبضو ڪهڙي طرح ڪرڻو آهي." (ماضي جي حڪومتن جو ڪردار انهيءَ تي شاهد آهي." ارشد). (protocols 1:23)

"اڄ جي دور جا دستوري پئماني گهڻو سگهو تئي ويندا چوته جنهن پينگهي ۾ هو مسلسل لڏي رهيا هئا، اسان ان جو توازن بگاڙي ڇڏيو آهي. غيريهود هي سمجهندا آهن ته اسان انهيءَ مسلسل پينگهن جي تمام سئي مرمت ڪري ڇڏي آهي. هاڻي اهو لڏڻ بند نه ٿيندو (جيڪا انهن جي غلطي آهي) مگر اهو محور رياستن جا حڪمران، جيڪي پنهنجي الله تله جي جهرمٽ جي گهيري ۾ احمق بنيل آهن. پنهنجي ذهني انتشار بنا لغام جي ۽ غير ذميدارانه طاقت جي سبب ان جي اها طاقت جنهن جي پٺيءَ تي اها دهشت آهي. ايوانن ۾ محدود آهي چوته عوام جي وچ ۾ ويهڻ جا رستا بند آهن ۽ انهن حڪمرانن ۾ عوام صلح ڪري پاڻ کان پوءِ اقتدار جي طالبن جو رستو روڪڻ جي به همت نه آهي. اسان عوام ۽

پائدار حڪومت جو خواب ڏسڻ وارن جي درميان خليج وسيع ڪري ڇڏيو آهي. جهڙي طرح انڌو ۽ ان جي ڇڙهي هڪ ٻئي ڪان الڳ ٿي پنهنجي پنهنجي جڳهه تي بي بس آهن." (protocols 3:2)

"سياست جو اخلاق ۽ ڪردار سان ڪوبہ لاڳاپو نہ آهي. اخلاق جي بنياد تي حڪمراني ڪرڻ وارو ڪڏهن بہ سٺو سياستدان نٿو ٿئي. ائين ان جي حڪومت غير مستحڪم رهندي آهي. جيڪو بہ حڪمران رهڻ جو خواهشمند آهي، انهيءَ ۾ ٻن صفتن جي ضرورت آهي. عياري ۽ عوامي اعتماد........" (protocols 1:11)

## مذهبي رواداري جي تباهي.

"اسان ڪي مختلف مڪاتب فڪر جي ماڻهن ڪي مخصوص جماعتن ۾ منظم ٿي نہ ڪرڻو آهي بلڪ نعري بازي بہ سيڪارڻي آهي ۽ انهن شعلہ بيان مقررين جي حوالي ڪرڻو آهي. جن جي زوردار تقريرن ۽ ان جي دعوائن ڪي ٻڌي ڪري عوام انهن ڪان بدظن ٿي ويندا ۽ عوام جي دلين ۾ انهن مقررين جي خلاف نفرت پيرجي ويندي." (protocols 5:9)

اها پهرين راز جي ڳالهہ آهي، راءِ عامہ تي تسلط حاصل ڪرڻ جي لاءِ اول اسان ڪي ماحول ۾ نفرت، مايوسي ۽ بي اطميناني جي فضا پيدا ڪرڻي پوندي، جنهن جي لاءِ متضاد نظريہ متنازع آرا ڪي جنم ڏيئي ڪري مستحڪم ڪرڻو آهي. اهو ڪيل گهڻي وقت تائين ڪيڏڻو پوندو." (protocols 5:10)

اسان جي ڪامراني جي لاءِ راز جي ٻي ڳالهہ هي آهي تہ اسان غيريهودين ۾ عام طور تي عادتن، جذبن ڪي اهڙي حد تائين خطرناڪ ڪري ڇڏيون. (پرنٽ ۽ الڪٽرانڪ ميڊيا ۽ شعلہ بيان، بنا لغام مقررين جي ذريعي. (ارشد) جو اهي فهم فراست ڪان اڻڄاڻ ٿي وڃن، جنهن جي نتيجي ۾ ان جي منزل بد انتظامي ۽ انتشار هوندي. هڪ ٻئي تان انهن جو اعتماد کڄي ويندو." (protocols 5:11)

اهڙو وقت اچي سگهي ٿو جو عالمي سطح تي غيريهود اسان جي سامهون مقابلي ۾ متحد هجن، مگر فڪر جي ڪا ڳالهہ نہ آهي، اسين انهن جي پاڻ ۾ نااتفاقي ۽ اختلافات جي سبب جنهن جون پاڙون تمام هيٺ هجن، انهن جي هيٺاهين کي ڪيڻ ڪنهن جي وس ۾ نہ آهي هر طرح محفوظ آهن. اسان جي تدبير انهن کي هڪ ٻئي جو مد مقابل بنائي ڇڏيو آهي. جنهن جي بنياد نسلي ۽ مذهبي وڌندي چڙهندي تعصبات آهن، جنهن کي اسين صدين کان وٺي وڌائڻ ۾ مصروف آهيون ۽ اهو وقت بہ وقت شديد کان شديد وڌندو وڃي ٿو......" (Proto-cols 5:5)

مذهبي تعصبات کي هوا ڏيڻ لاءِ يهودين جتي ديني جماعتن ۾ وڏا سائنٽيفڪ طريقي سان (بقول انهن جي) سالن کان تيار ڪيل ايجنٽ لڳايا آهن، اهڙي اٽڪاڻ هٿن سان تبليغ دين جي نالي تي رقم بہ فراهم ڪندا آهن. جهڙي طرح سماجي خدمات جي نالي تي NGO کي فنڊ فراهم ڪندا آهن. وري انهيءَ مالي معاونت کي پنهنجي مخصوص انداز ۾ انتشار ملت ۽ نظريہ جي عقيدي ۾ ملاوٽ جي حوالي سان ڪيش ڪرائيندا آهن.

## صحافت ۽ ميڊيا جي تباهي

صحافت جي متعلق جنهن بہ چيو صحيح چيو تہ قلم جي عصمت ماءُ جي عصمت کان وڌيڪ آهي. جڏهن صحافي قلم جي عصمت جو سودو ڪندو آهي تہ اهو قوم جي عصمت جو سودو ڪندو آهي، ڇوتہ قلم ان وٽ قوم جي امانت آهي. گذريل زماني ۾ قلم جي عصمت جا رکوالا گهڻا هئا. اهو محمد علي جوهرهجي، ابوالڪلام آزاد هجي، سيد ابوالاعليٰ مودودي هجي، مولانا ظفر علي خان يا حميد نظامي هجي يا صلاح الدين هجي. قلم جي عصمت جا پاسداري جي معيار کي پوين لاءِ نقش ڇڏي ويا آهن، مگر اڄ صحافت جي مارڪيٽ ۾ قلم جي عصمت جا رکوالا خال خال آهن. قلم وڪٽندڙ صحافت جي

منڊي ۾ عام طور تي ملي ويندا آهن.

آخري صليبي جنگ جي منصوبہ سازن بجا طور تي هي چيو تہ پريس (پرنٽ الڪترانڪ ميڊيا) اسان جو موثر هٿيار آهي. اج قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي انهيءَ موثر هٿيارڪي ڪاميابي سان اسلام جي خلاف استعمال ٿيندو هر ڪوئي ڏسي رهيو آهي.

حڪومتن جي هٿن ۾ اج راءِ عامہ بنائڻ ۽ عوام جي ذهنن کي هڪ لائن ڏيڻ لاءِ پريس جي زبردست طاقت موجود آهي. پريس جو ڪردار هي آهي جو هو ناگزير ترجيحات کي موثر انداز ۾ ڦيلائي، عوام جي شڪايتن کي منظر عام تي آڻي عوام الناس ۾ بي اطميناني پيدا ڪري، پريس جي ئي ذريعي اظهار آزادي هڪ طاقت جي طور تي اپرندي آهي. غيريهود حڪومتون هاڻي انهيءَ هٿيارڪي موثر استعمال مان مڪمل واقفيت نہ ٿيون رکن ۽ ائين پريس اسان جو فرمانبردار آهي."

اها پريس ئي آهي جنهن جي سبب ڪري اسان طاقت حاصل ڪئي آهي. پريس اسان جي خالص سونا آهي، اگرچہ ايستائين خون ۽ پگهر جي سمنڊ کان ٿيندي رسائي حاصل ڪئي آهي. حالانڪہ اسان گهڻن ماڻهن جي قرباني ڏني تڏهن وڃي اها قوت اسان جو مقدر بني. خدا جي نظر ۾ اسان جو هڪ قربان ٿيڻ وارو يهودي هزار غيريهودين کان افضل آهي." (protocols 2:5)

## اخبارن ۽ رسالن تي اسان ڪيئن ڪنٽرول ڪندا آهيون!

"اسان جي مرضي ۽ منشا جي بغير عوام تائين ڪا هڪ خبر يا اعلان نہ پهچي سگهندو. اج بہ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ملڻ واريون خبرون جن جي ترتيب وتدوين ۾ حصي وٺڻ واريون ايجنسيون اسان جي نظر ۾ آهن. ۽ پوءِ مڪمل طورتي اسان جي قبضي ۽ قدرت ۾ هونديون، انهيءَ کي اسان جو ڪجهہ ڊڪٽيٽ ڪرائيندا سين. اهوئي ڪندا گهڻو ڪري اسان جي اشاري تي ڪم

كندا." (protocols 12:4)

## يو اين او جو ڪردار.

"حد هي آهي جو اقوام عالم (موجوده يو اين او ۽ سلامتي ڪائونسل) جو اتحاد اسان جي آشيرواد جي بغير ڪو معمولي کان معمولي معاهدو ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نه هوندو." (عالمي سطح تي UNO جو ڪردار هر ڪنهن جي سامهون آهي). (protocols 5:5)

"اسان اقوام عالم ڪي نئين بنيادي ڍانچي جي تشڪيل جي طرف ڌڪي رهيا آهيون. جنهن جو نقشو اسان وڏي منصوبه بندي سان ٺاهي رکيو آهي ته اهو اسان جي مقصد جي پورائي ڪري." (protocols 10:3)

وثائق يهوديت (protocols) جي مختصر اقتباسات جي حوالي سان توهان آخري صليبي جنگ جي ڪجهه محاذ مان يقينن واقفيت حاصل ڪري چڪا آهيو. هڪ مضمون مان هر محاذ جو جائزو وٺڻ مشڪل آهي. انهيءَ جي باوجود اسان ڪوشش ڪئي آهي ته ان جا اهم گوشا اهل وطن جي سامهون بي نقاب ڪري ڇڏيون. انهيءَ لاءِ ته يهودين جي اصل مقصد (In theory and practice) جنهن جي پورائي هو نصارن، هنود ۽ ڪميونسٽن کي سامهون آڻي ڪري هم وقت هم مصروف آهن ۽ بدنصيبي سان تڪميل جي سيني پوزن ۾ مسلمان چوائڻ وارا غير شعوري طور تي يا ضمير فروش شعوري طور تي معاون ۽ مددگار آهن. جن جعفر ۽ صادق جي طرفدارن کان هي قوم ڇوٽڪارو حاصل نه ڪري سگهي، ان جي صورتحال توهان پاڻ چاڻن جي ڪوشش ڪريو!

وطن کی فکر کر ناداں مصیبت آنے والی ہے
تیری بربادیوں کے تذکرے ہیں آسمانوں پر

## ففتهه ڪالم

شروع کان اڄ تائين جنگن جي تاريخ انهيءَ حقيقت تي گواه آهي ته جنگ

ڪٽڻ لاءِ جذبو، نظم ۽ ضبط، ماڻهن جي قوت ۽ اسلحي سان گڏ "اندر جون خبرون وٺڻ" جو نيٽ ورڪ تمام ضروري آهي، گهرجي چاڻ رڪندڙ اڪثر "لنڪا ڏاهيندي" ڏنا ويا آهن. موجوده دور ۾ انهيءَ قوت جو نالو (5th coulmn) آهي، هن ڪالم ۾ خارجي عناصر بہ ٿي سگهن ٿا، پاڻ وٽ نمڪ حرام بہ يا ٻنهي طرحن جا ماڻهو.

اقليتون سڀ ڪنهن ملڪ ۾ هونديون آهن ۽ اڪثريت جي اخلاقي ۽ قومي ذميداري هوندي آهي، جو هو اِن اقليتن جي شهري حقن ۾ مساوات جي تحفظ ڪي يقيني بنائي ۽ انهن ڪي پنهنجي عقيدي مطابق مذهبي رسم ۽ رواج سان گڏ زندگي گذارڻ جي سهولت فراهم ڪري، اهڙي طرح اقليتن جي هر ذميداري هوند يآهي، جو هو اڪثريت جي عقيد ي ۽ ملڪ جي آئين ۽ قانون جو احترام ڪري.

اقليتون اڪثر وقتن تي بيروني آقائن جي اشاري تي انهن جي فراهم ڪيل وسائل جي بنياد تي انهيءَ ضابطہ اخلاق کان ڪليو انحراف ڪندي رياست جي اندر رياست بنائڻ جّي لاءِ عملي قدم ڪٽنديون آهن. مثلا انڊونيشيا ۾ "پنجويهہ ٽيهہ سال محنت" سان تيمور جي آزاد رياست وجود ۾ اچي وئي، ان جي سرپرستي برطانيہ، آسٽريليا ۽ آمريڪا وغيره سان گڏ يو اين او ڪئي.

پاڪستان ۾ اقليتن کي هر تحفظ ۽ هر طرح جي برابري حاصل آهي، مگر هتي جي وڏي مسيحي اقليت تمام تر اخلاقي ۽ دستوري تقاضائن کي پٺي پويان اڇلائي ڪري، اسلامي جمهوريہ پاڪستان ۾ "خداوند يسوع مسيح جي حڪومت" بنائڻ جي لاءِ سرگرم عمل آهن ۽ پهرين قدم جي طور تي پنهنجي طيءِ ٿيل پاليسي جي مطابق مسلم اڪثريت سان گڏ مليل جليل نالا رکيا وڃن ٿا، انهيءَ معاشرتي سطح تي مسلمان ۽ غير مسلمانن جو تخصص ٿي ختم ٿي ٿو وڃي. اهوئي حال مرزائي اقليت جو آهي. مسلمان جهڙن نالن سان گڏ هي ماڻهو مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ اسلام کان بيزار مضمون ۽ ڪالم لکندا

آهن.خاص طور تي غير ملڪي امداد تي هلڻ وارن NGOs جي اثر هيٺ.

اسين عيسائي اقليت تي تهمت نٿا لڳايون. مگر اسان وٽ انهيءَ ڳالهه کي دستاويزي شاهد سهارا ڏين ٿا. مثلا رياست ڊلاس آمريڪا کان لڪائي ڪري اسلامي جمهوريه پاڪستان ۾ تقسيم ٿيڻ واري سرڪار جي سرخي Islam the false gospal آهي. يعني اسلام ۽ هڪ ڪوڙو دين آهي. پوري سرڪلر ۾ اسلام نبي ڪريم ﷺ جن جي متعلق گستاخي ڪئي وئي آهي. سوئيزرليند کان مسيحي لٽريچر سان گڏ اچڻ واري خط Covering letter ۾ مسلمانن کي "دشمن" ۽ "شرپسند" جي خطاب سان نوازيو ويو آهي. مسلمانن جي برڪت ڀري ڪتاب قرآن حڪيم کي محرف ثابت ڪرڻ جي لاءِ مسلمان نوجوان مردن ۽ عورتن جي سامهون 22 نڪتا رکيا ويا آهن.

آخري صليبي جنگ ۾ جتي خارجي منصوبه ساز هر محاذ تي حملہ تي رهيا آهن، اتي داخلي محاذ تي اسلامي جمهوريه پاڪستان جو نمڪ کائڻ وارا اڏوهي جي طرح پاڙن کي کوٽڻ ۾ رات ڏينهن مصروف آهن. هر طرح جي رواداري سان ناجائز فائدا وٺن ٿا. صليبي اهو چڱي طرح ڄاڻندا آهن ته ان جي مڪمل ڪاميابي جو دارو مدار داخلي محاذ جو کوکلو هجڻ تي آهي. ۽ اٿين انهيءَ محاذ تي تمام گهڻو توجه NGOs جي اثر تي ٻڌل آهي. ۽ نه منصوبه بندي جي ڪمي آهي ۽ نه ئي ديني وسائل جي ڪمي آهي ۽ سوني تي سهاڳو نالي جا مسلمان مرد ۽ عورتون مذهب کان بيزار هئڻ جي نالي کلهي سان کلهو ملائي ان سان گڏ آهن .

آخري صليبي جنگ لمحه به لمحه وقت به وقت شديد کان شديد ٿيندي وڃي. جارج رفيق بلاشڪ ۽ شبه سرڌڙ جي بازي لڳايو بيٺا آهن. انهن کي پنهنجي ڪاميابي جا واضح نشان نظر اچي رهيا آهن. ۽ مسلمان صرف "توڪل" کي زحمت ڏيڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺا آهن. زمين جنبد نه جنبد گل محمد جي مصداق پنهنجي ڊگر ۾ تبديلي لاءِ مائل نظر نٿا اچن. جيڪي تبديلي جي لاءِ موثر

ڪردار ادا ڪرڻ تي قادر آهن. اهي بہ ”گهيراءُ“ جي لپيٽ ۾ آهن. سياستدان هجن يا حاملين جبہ ۽ دستار انهيءَ ڳالهہ جو برملا اعلان ڪندا آهن تہ هي صدي اسلام جي صدي آهي ۽ ليس للانسان الا ما سعيٰ ۽ ان الله لا يغير مابقوم حتيٰ يغيروا ما بانفسهم.

خدا نے آج تک اس قوم کی حالت نہیں بدلی
نہ ہو جس کو خیال آپ اپنی حالت کے بدلنے کا

اسان جي بارگاه رب العزت ڪان دل جي گهراين سان دعا آهي، امت مسلمہ کي خاص طور تي اسلامي جمهوريہ پاڪستان ۾ رهڻ وارن کي وقت جي بگڙجندڙ تقاضائن کي سمجهڻ جي توفيق عطا فرمائي، ۽ اها صلاحيت قوم جومقصد بڻجي وڃي جيڪا حميت ۽ حريت کي جنم ڏئي ٿي.

بے خبر! تو جوهر آئینہ ایام ہے    تو زمانے میں خدا کا آخری پیغام ہے

## اسلامي جمهوريہ پاڪستان ۾ بي دين اين جي اوز جو ڪردار.

حڪومت پاڪستان جي هڪ وزير اين جي اوز جي خلاف ملڪ ڀر ۾ نفرت ۽ عملي ڪاروائي جي مطالبي ڪان گهٽو ڪاوڙيل آهي ۽ قومي اخبارات ۾ تہ سرخي ڪالم جي خبر جي طور تي ان جو ڌمڪي آميز بيان شايع ٿيو آهي تہ اين جي اوز جو تحفظ حڪومت جي ذميداري آهي، جيڪا هر صورت ۾ پوري ڪئي ويندي. وڌيڪ فرمايو تہ اين جو اوز مفاد عامہ جي لاءِ ڪم ڪري رهي آهي، جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو ان جي خلاف ڪاروائي جي ڪوشش ڪئي تہ حڪومت مناسب قدم کڻندي. عمر اصغر صاحب جيڪڏهن اين جي اوز جي حق ۾ بيان نہ ڏيندو تہ پوءِ ڪيران جي حمايت ۾ ڳالهائيندو!

ماضي ۾ بادشاهن جي وزيرن جي متعلق باتدبير جا لفظ معروف هئا. بلڪ لکيو ئي وزير باتدبير ويندو هو. مگر 21 صدي جي طرف سفر شروع ٿيو تہ وزير بي تدبير ٿيڻ شروع ٿي ويا ۽ مير جعفر ۽ مير صادق وانگر پنهنجي ڌرتي جو

حق نمڪ ادا ڪرڻ جي بجاءِ غيرملڪي آقائن جي نمڪ جي پت رکڻ جي خاطر هر وقت بي قرار ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

Non Govermental Organisations NGOS جو مخفف آهي.

عرف عام ۾ سماجي رفاحي ادارن تي منطبق ڪيو وڃي ٿو. مگر قوم جن کي NGOS مافيا جي نالي سان سڏي ٿي انهيءَ جو سماج جي ڀلائي سان پري جو به واسطو نه آهي. بلڪ هي امر واقع آهي ته غير ملڪي سرمائي تي پلجڻ وارا اهي سماج جا دشمن آهن. جيڪي غير ملڪي آقائن جون ضرورتون پوريون ڪن ٿا. اهو ممڪن آهي ته هڪڙا شعوري طور تي ۽ ٻيا غير شعوري طور تي ايجنٽ آهن. مگر انهيءَ ۾ شڪ جي گنجائش نه آهي ته اهي مقصد غيرن جا ئي پورا ڪندا آهن.

سماجي فلاح ۽ بهبود جي لاءِ ڪم ڪرڻ وارا حقيقي ادارا انهن خارجي ايجنٽن جي سرگرمين جي سبب مفت ۾ بدنام هوندا آهن. انهن جي ڪارڪردگي متاثر هوندي آهي. ۽ اهي عدم تعاون جي سبب اڪثر سڪتي ۾ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. وڏن شهرن جا وڏا NGOS ڳوٺن جي سطح تي NGOS کي به پنهنجي مقصدن لاءِ استعمال ڪندا آهن. مثلا اسلام آباد جي هڪ NGo وادي سون جي ڪنهن پراجيڪٽ جي حوالي سان مڪمل سروي ڪرايو هو. ۽ وادي سون سيڪسر پاڪستان جي دفاعي تقاضائن ۾ خصوصيت جو حامل علائقو آهي. اهڙي طرح FAO جي حوالي سان گروٽ شهر کي هيڊڪوارٽر بنائي ڪري بعض مبينه زرعي ماهرين علائقي ۾ ڏينهن ڏئي جو ڏٺا ويا آهن. گروٽ اسان جي ايٽمي پراجيڪٽ سان گڏ واقع شهر آهي. FAO جي ٽيم ۾ هر شخص کي محب وطن پاڪستاني هئڻ جي ضمانت ڪير ڏيئي سگهي ٿو.خاص طور تي غيرملڪي ٻاهران آيل ماهرين جي ضمانت.

تعليم جي پراجيڪٽ ۾ مدد ۽ تعاون جي حوالي سان به هڪ مقامي NGOS استعمال ٿيو ته ”ماهرين تعليم“ شڪ ۾ ڏٺا ويا. جيڪي برٽش يا

آمريڪي سفارت خاني تحفه ۾ ڏنا هئا. اهو ملڪ جي مختلف حصن ۾ عملا ۽ عمدا ڦي رهيو آهي انهيءَ ڪري باشعور اهل وطن انهن "سماجي ادارن" کي سماج دشمن ادارا چوندا آهن. ۽ مسلم ليگ حڪومت جي وزير پير محمد بن يامين بناسبب جي NGOS جي خلاف حڪومت کي متوجه نه ڪري رهيو آهي. امر واقع هي آهي انهن هن تالاب ۾ جيڪو بظاهر خوبصورت ۽ خوشبودار آهي، مگر حقيقتا غلاظت جو ڪڏو آهي. تبهي هٽي ان جي گهرائي ۾ غلاظت جا تحفا ڏنا آهن. پير محمد بن يامين وانگر هن ملڪ جا بي شمار اهل نظر آهن، جيڪي جذبه حب الوطني جي تحت حڪومت کي متوجه ڪندا رهندا آهن. انهيءَ NGOS مافيا جو Network حڪومت کي خاطر ۾ نٿو آڻي، جر پنهنجي اسلامي جمهوريه پاڪستان ۾ وزير بنيا ويٺا آهن ۽ ان جي وزارت ۾ ان مافيا جي خلاف ڪابه ڪاروائي ٿئي ٿي ته اها انهن جي توهين به آهي ۽ غير ملڪي آقائن جي سامهون بي عزتي به آهي. جڏهن اسين NGOS مافيا کي سماج دشمن ٺهرايون ٿا ته اها محض تهمت يا الزام نه آهي. بلڪ اسان وٽ انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪرڻ جي لاءِ دستاويزي ثبوت آهن. اهي دستاويز انهن جا پنهنجي شايع ڪيل آهن. اسلامي جمهوريه پاڪستان جو ٻچو ٻچو انهيءَ حقيقت تي شاهد آهي، (سواءِ پيلزپارٽي جو بابو شيخ رشيد) هي ملڪ اسلام جي نالي تي اسلام جي عملي نفاذ جي لاءِ مسلم اڪثريت جي قائداعظم وڏي جدوجهد کان پوءِ حاصل ڪيو هو.

قائداعظم بار بار وضاحت ڪندي فرمايو هو: "هن قوم کي هڪ جدا گهر جي ضرورت آهي. انهن 10 ڪروڙ عوام کي جيڪي مسلمان آهن، جيڪي پنهنجي تمدني معاشرتي صلاحيتن کي اسلامي طرز تي ترقي ڏيڻ چاهين ٿا، هڪ اسلامي رياست جي ضرورت آهي." (قرار داد لاهور 23 مارچ 1940ع حيات قائد اعظم مرتبه چوڌري سردار محمد عزيز خان صفحه 202).

"مسلمان غلامي کي خدا جو عذاب سمجهي ٿو. مسلمان ۽ غلامي هڪ

ٻئي جو ضد آهن. هڪ آزاد اسلامي سلطنت کان بغير اسلام جو تصورئي باطل آهي. مسلمان وٽ آزادي جو صحيح تصور هي آهي تہ اهڙي اسلامي حڪومت کي وجود ۾ آندو وڃي، جيڪا قرآن ڪريم جي ضابطہ خداوندي جي شڪل ۾ هجي. مسلمان وٽ هر اهو نظام باطل آهي جو ان جي هر موقعي ۽ هر زمانہ ۾ رهنمائي نہ ڪندو هجي." (بحوالہ مذڪوره صفحہ 252)

اسان ذڪر ڪيل اقتباسات انهيءَ لاءِ درج ڪيا آهن جو شيخ رشيد وانگر جيڪڏهن ڪنهن جي ذهن جي ڪنهن گوشي ۾ اهو خناس آهي تہ قائد اعظم پاڪستان کي آزاد سيڪيولر رياست بنائڻ چاهيندو هو تہ ان جو ذهن صاف ٿي وڃي تہ پاڪستان صرف اسلام جي لاءِ هو. ٻي ڳالهہ انهن اقتباسات مان پنهنجي قاري جي سامهون رکڻ چاهيان ٿو تہ قائد اعظم جي پاڪستان ۾ برتري قرآن ڪريم جي ضابطہ خداوندي جي شڪل ۾ هوندي. اسلام مسلمانن لاءِ ضابطہ حيات آهي ۽ هر شعوري يا غير شعوري مسلمان جي نزديڪ قرآن ۽ شعائر اسلام جي عظمت ۽ اهميت ان جي پنهنجي جسم ۽ جان کان گهڻو وڌيڪ آهي، ۽ ماضي کان حرمت قرآن ۽ شعائر اسلام تي جان ڏيڻ جا بيشمار مثال اسان جي عملي زندگيءَ جي تاريخ جو حصو آهن. يهود ۽ نصارن جي گڏيل خواهش ۽ ڪوشش آهي تہ مسلمانن جي دلين ۽ ذهنن مان اسلامي شعائر سان محبت ڪوٺي ڪڍي انهن کي قطعا "بي ضرر انسان" بنايو وڃي تہ عورت کي انهيءَ مقصد جي لاءِ استعمال ڪيو وڃي تہ عورت مرد کي صرف ميڻ بنائي ٿي، بلڪ ان جو بگاڙ خاندان جو بگاڙ ثابت هوندو آهي. يهود ۽ نصارا ٻين اسلامي ملڪن جي بنسبت اسلامي جمهوريہ پاڪستان کي پنهنجي خلاف موثر مورچہ سمجهندي انهيءَ کي سر ڪرڻ جي خاطر هر حربو استعمال ڪري رهيا آهن. ۽ موثر ترين حربو اهوئي NGOS آهي. دين ۽ دشمني جو عزم ۽ محنت هيٺ ڏجي ٿي:

"گهڻي عرصي کان اسان هي محنت ڪئي آهي تہ غيريهوديت ۾

پاپائيت / مولوين کي بي وقار بنائي ڇڏيون، زمين جي مٿان انهن جي مشن کي تباهہ ۽ برباد ڪريون. جيڪي اسان جي رستي ۾ سخت پٿر ڪان گهٽ نہ آهن، ڏينهون ڏينهن مولوين جي قدر ۽ قيمت گهٽ ٿي رهي آهي. آزادي ضمير جي نعري جي طرف اسان عوام کي ڌڪي مولوين کي برباد ڪرڻ جو عزم ڪري رکيو آهي." (Protocols 17:2)

مذڪوره اقتباس جي روشني ۾ مثال جي طور تي ضمير جي قيدي، انساني حقوق جي ٺيڪيدار عاصمہ جهانگير جو ڪردار ڏسو تہ انساني حقوق جي نالي تي اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي مسلمہ دشمنن سان گڏ ملي ڪير ڪندڙ بلڪ دشمن جي سپاهين سان گڏ عملن مناين ورهائڻ، پاڪستان ۾ جاسوسي ڪرڻ وارن دشمنن جي گهر وڃي ملاقات ڪرڻ ۽ ڀارت ۾ اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي پاليسين جي خلاف انٽرويو ۽ بيان بازي لاءِ ميڊيا جي شاهدي ڪافي آهي.

قومي سلامتي جي حوالي سان اهو رويہ اسلامي جمهوريہ پاڪستان سان کلي غداري آهي، مگر عاصمہ جهانگير جيڪا پنهنجي خالق و مالڪ جي باغي آهي. اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي بغاوت کي ڪٿي خاطر ۾ آڻيندي جو هوءَ اعلىٰ تعليم يافتہ قانون دان آهي ۽ آئين ۽ قانون جي جيڪا بہ تشريح چاهي ڪري ڪوبہ پڇڻ وارو نہ آهي. عاصمہ جهانگير بہ هڪ NGOS جي سربراه آهي. انهيءَ NGOS جي ذمي سندس آقائن جي طرفان قرآن ۽ سنت ۽ اسلامي قدرن کي پائمال ڪرڻ جو ڪم حوالي ڪيل آهي. صرف بہ مثالون پيش ڪجن ٿيون.

عاصمہ جهانگير جي NGO هڪ ماهوار خبر نامي صداءِ آدم جي نالي سان شايع ڪندي‌آهي. انهيءَ جنوري 2000ع جي شماري جي سرورق تي قرآن حڪيم جي سوره النساءِ جي آيت 33 تي هڪ طنزيہ ڪارٽون شايع ڪيو آهي، جيڪو قرآن حڪيم جي آيت جي توهين سان گڏوگڏ سنت رسول الله ﷺ جي بہ توهين آهي، ذڪر ڪيل آيت نمبر 33 جا الفاظ هي آهن. "الرجال قوامون علي

النساءِ بما فضل الله بعضهم عليٰ بعض." يعني مرد عورتن تي قوام (محافظ) آهن، انهيءَ ڪري جو الله تعاليٰ انهن مان ڪن کي ڪن تي فضيلت ڏني آهي. انهيءَ آيت جي ڪارٽون جي شڪل ۾ تشڪيل ڪندي هڪ ساهمي بنائي وئي آهي. جنهن جي هڪ پڙ ۾ جيڪو هلڪو آهي هڪ عورت ۽ هڪ ٻار آهي، ٻي گهٽي جهڪي پڙ ۾ هڪ مولوي صاحب نِمي ڪري ڏاڙهي رکي آهي. (يعني مرد ته پري ٿيو پر ڏاڙهي به هڪ عورت ۽ ٻارڪان ڳري آهي) اها قرآن جي آيت ۽ سنت رسول الله ﷺ جي کلي توهين آهي.

فيبروري 2000ع جي صداءِ آدم جي سرورق تي شايع ڪارٽون پهرين ڪارٽون کان به قرآن جي توهين ۾ بازي کٽي ويو آهي. اهو ڪارٽون سوره الاعراف جي آيت 40 تي مبني آهي، جيڪو هي آهي ان الذين كذبوا بايتنا واستكبروا عنها لا تفتح لهم ابواب السماءَ ولا يدخلون الجنة حتيٰ يلج الجمل في سم الخيات وكذالک نجزي المجرمين. يعني (جن ماڻهن اسان جي نشانين کي ڪوڙو ڪيو ۽ مقابلي ۾ تڪبر ڪيو انهن جي لاءِ نه آسمان جا دروازا کلندا، نه اهي جنت ۾ داخل ٿيندا، اهو صرف انهيءَ صورت ۾ ٿي سگهي ٿو، جو اٺ سئي جي سوراخ مان لنگهي وڃي. نه اٺ سئي جي سوراخ مان لنگهي سگهي ٿو نه اهڙا مجرم ماڻهو جنت ۾ وڃي سگهن ٿا، انهيءَ آيت تي ڏنل ڪارٽون ۾ هڪ مولوي صاحب اٺ جي مهار ڇڪي انهيءَ مهار کي سئي جي سوراخ مان لنگهائي اٺ کي پاڻ ڏانهن ڇڪي رهيو آهي اٺ کي سئيءَ جي سوراخ مان ٽپائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. انا لله وانا اليه راجعون.

اڄ ملڪ ۾ توهين عدالت جو قانون موجود آهي. عدالتون ڳالهه ڳالهه تي خود نوٽيس وٺن ٿيون. توهين ڪندڙ کي سزائون به ڏين ٿيون، مگر ڪلام الله ۽ سنت رسول الله ﷺ جي توهين ۾ سزا ڏيڻ وارو ڪوبه نه آهي، مگر ڏوهاري جي پشت پناهي لاءِ عمر اصغر ۽ ٻيا موجود آهن. قوم ماني ۽ ٽيڪس جي سبب بي حال آهي.

کھل کھیلتے ہیں کہ سیاں بھی کوتوال

لاهور ۾ هڪ بيو NGO شرڪت گاهه آهي . جنهن جو سه ماهي رساله خبرنامو آهي. اهو NGO جو سلوگن آهي. خواتين زير اثر مسلم قوانين اهوعورتن جي حقن جو داعي ادارو آهي. انهيءَ NGO جي سرپرستي بي شمار غير ملڪي تنظيمون ڪنديون آهن، جن جي فهرست خبرنامه جي شمار 3 جلد 4 صفحه 25 تي درج ڪئي وئي آهي.

انهيءَ NGO جي سلوگن مان جيڪا ڳالهه ظاهر آهي، انهيءَ ڪي عورتن جي حقن جي حوالي سان ائين بيان ڪري سگهجي ٿو. دنيا ۾ هر جڳهه تي عورت کي تمام حق حاصل آهن، مگر ڪتي عورت کي خطرو آهي ۽ ڪتي انهيءَ جا حق پامال آهن. صرف انهن ملڪن ۾ جتي اسلامي قانون ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ موجود آهن. هي پاڪستان آهي، سوڊان آهي يا ڪو بيو اسلامي ملڪ.

اسلامي جمهوريه پاڪستان ۾ رهندي ۽ غير ملڪي آقائن جو ڪائيندي اسلامي قدرن جي حامل اڪثريت جي موجودگي عورتن جي حقن جي نالي تي "شرڪت گاه" ۽ ان جون بيون هم نوا NGO جي مطالبن تي هڪ نظر وجهي ڪري يهودين جي سابقه تحريرن ۾ اقتباس جي روشني ۾ خود موازنه ڪري ڏسي وٺو جن NGOS جو عمر اصغر حڪومتي سطح تي موثر دفاع ڪرڻ جو اعلان ڪري رهيو آهي، ان جي اصليت ڇا آهي، انهيءَ مان عمر اصغر جو پنهنجو ڇهروڪلي ڪري سيني جي سامهون اچي ويو آهي. (بقول خبر نامه جلد 6 شماره 01 صفحه3)

پاڪستان ۾ رهڻ وارن تمام ٽولن ۽ قبيلن جي نمائندگي ڪرڻ واريون چئني صوبن جي تنظيمن هيٺ ڄاڻايل مطالبه پيش ڪيا آهن.

(تنظمين جي طويل فهرست محل نظر آهي)

(1) حدود آرڊيننس جي تنسيخ. (2) قصاص ۽ ديت جي قانون جي تنسيخ. (3) قانون شهادت جي تنسيخ.

آزاد پاڪستان ۾ قدم رکڻ کان پوءِ تعمير وطن ۽ استحڪامِ وطن جي تقاضائن کان اکيون ڦيري جنهن لاپرواهي ۽ هوس سان گڏ اسان ڪجهه بنائڻ ۽ گهٽو ڪجهه گڏ ڪرڻ لاءِ مردارگڏهه ڪي جهپڻ جي انداز ۾ هر هڪ رشتہ هرهڪ تعلق اخلاق ۽ شرافت جي تمام قدرن ڪي فراموش ڪري جهپيا هئا. منهنجي اکين انهي نظارن ڪي بہ محفوظ ڪري رکيو آهي. مون گهٽي ڪوشش ڪئي آهي تہ منهنجي قلب ۽ ذهن جي لوح سان اکين ۾ محفوظ فلم اهو سڀ ڪجهه وسري وڃي پر ائين ٿيو ڪونہ.

هندن جي دشمني تہ هئي ئي هئي اسان انهن جي اکين ۾ اکيون وجهي ڪري انهن جي هر محاذ تي مڪاري ۽ فريب ڪي نقصان پهچائي آزاد پاڪستان جي لاءِ ان جي پارت ماتا جو ورهاڱو ڪيو هو انهن جي هٿن ۾ معيشت جي مهار قابو هئي، اسان اها ڦري ورتي هئي. مگر اسان پهرين ڏينهن آزاد پاڪستان جي دشمن جو ڪردار پنهنجي لاءِ چونڊي ڇڏيو. بعض تہ شعوري طور تي ۽ ڪجهه وري لاشعوري طور تي. ڏس منهنجي ڳالهه تي فورا ناراض نہ ٿجانءِ. اچ گڏجي ڪري پنهنجي اندرڪي جاچي ڏسون اندر مان اٿڻ وارو آواز تہ اسان جي سچي ۽ ڪوٽي محسن ضمير جو آهي، جيڪو ڪهڙي بہ حالت ۾ ڪوڙ نہ تو ڳالهائي ۽ ڪڏهن بہ نہ تو مري.

توهان هجو يا آئون معاشري ۾ اسان جي ڪا نہ ڪا حيثيت ضرور آهي. ڪو طالب علم آهي تہ ڪو معلم يعني استاد آهي ڪو آجر آهي ڪو اجير ڪو عالمِ دين آهي تہ ڪو سياستدان ڪو تاجر آهي تہ ڪو زميندار يا ڪو هاري ڪو صحافي شاعر ۽ اديب آهي تہ ڪو ريڊيو ٽي وي يا فلم جو فنڪار آهي، ڪوئي سرڪاري آفيسر آهي تہ ڪو سماجي ڪارڪن آهي. سوچڻ جي ڳالهه آهي، اسان جنهن حيثيت سان هن ڌرتي تي قدم رکيو هو يا بعد ۾ جنهن حيثيت ۾ پنهنجي عملي زندگي جو آغاز ڪيو هو. پاڪستان جو مطلب ڇا لاالہ الا الله واري آزاد پاڪستان جي استحڪام جي لاءِ ان جي خوشحالي جي لاءِ ڪهڙو ڪم ڪيو جنهن تي اسان جو ضمير مطمئن هجي باشعور شهري بنجي ڪري اسان پنهنجي وطن جي خدمت ڪئي هجي. ڪيتري قدر سرمايو اسان جي جهولي ۾

آهي ان جو جائزو وٺڻ لاءِ اسان کي اج تائين مهلت نہ ملي آهي.

منهنجا پيارا هم وطنو! منهنجي ملڪ جي سياستدان عالمي سطح تي هارس ٽريڊنگ (ضمير فروش) جي سجاٽپ ڪرائي آهي. برن برن لقبن سان پنهنجو انتخاب ڪيو. سياستدانن ووٽرن جا ضمير خريد ڪيا تہ ان جا ضمير ڪنهن بہ وڏي منڊي ۾ سٺي اگهہ تي وڪرو ٿيا. حسنِ ظن جي فراواني جو هر هڪ فرمايو تہ مون کان سواءِ سڀ غير ملڪي ايجنٽ آهن. ائين منهنجي ديس کي هر ڪنهن ملڪ جو ايجنٽ ملي ويو. ڪرسي ملي تہ محبِ وطن، جيڪڏهن کسجي ويئي تہ ملڪ دشمن اخبارن تي نظر وجهندا تہ سرشرم کان جهڪي ويندا، اهڙي ڪردار تي تعميرِ وطن ممڪن نہ آهي.

تعمير وطن ۾ اهم ڪردار علماءِ ڪرام جو آهي. گذريل دور ۾ بہ مسجد مان اٿڻ واري آواز جي اهميت هئي. مگر مسجد الله جا گهر نہ رهيا علماءَ الله جا سپاهي نہ رهيا. (الا ماشاءَ الله)

اج آئون پهريائين ديوبندي بريلوي ۽ اهلِ حديث آهيان ۽ پوءِ مسلمان، بلڪ هاڻي تہ انهي کان بہ اڳتي قصہ نڪري ويو آهي، جو منهنجو تعلق فلان گروپ سان آهي. تہ منهنجو تعلق فلان گروپ سان آهي. ائين اسين ايتريقدر تقسيم درتقسيم ٿي ويا آهيون جو اسان جي قوت بہ ختم ٿي ويئي آهي. پنهنجي پنهنجي گروپ کان ٻاهر اسان کي ٻي گروپ ۽ مسلڪ جو اسلام خالص نظر نہ ٿو اچي. توهان خدا لڳ ٻالهہ ڇئو تہ انهي ڇڙوڇڙ قافلي سان تعميرِ وطن ۽ استحڪام وطن جو ڪم ممڪن آهي؟ اسان سڀ اندرئي اندر ۾ هڪ ٻئي جا دشمن آهيون ڇا پوءِ بيروني دشمن جو مقابلہ ڪري سگهندا اسين؟

هڪ طرف تہ اسان جي ملت جي هي حالت آهي، ٻئي طرف مسلمانن جو ازلي ۽ ابدي دشمن. يهودي هنود ۽ نصاريٰ سان ملي يڪجٽ سان صبح پيهر شام بلڪ رات بہ ملت مسلمہ خصوصا پاڪستان کي نيست ۽ نابود ڪرڻ جي لاءِ هر حربہ ۽ تمام وسائل سان مصروف عمل آهي، اسان جي حالت هي آهي جو قرآن کي ڇڏي ڪري انهي عطار جي لونڊي کان دوا وٺڻ آمريڪا روس ۽ يورپ ڏانهن رجوع ڪندا آهيون. جيڪو دوا جي بجاءِ IMF ۽ World Bank وغيره جهڙي

(دنيا جي معيشت کي پنهنجي مٺ ۾ وٺڻ جي خاطر يهودين جي تشڪيل ڪيل) ادارن جي ذريعي وڏيڪ الجهنيون پيدا ڪرڻ جو ڪو موقعو نہ وڃائيندا آهن.

عام طور تي عقل هي باور ڪرڻ جي لاءِ تيار نہ هوندو آهي جو اسرائيل پاڪستان کي نقصان پهچائي سگهي ٿو. مگر هي ڳالهہ سچي آهي جو انهي کي توهان پاڻ انهي آرسي ۾ ڏسو. يهود جي منصوبہ بندي سبب کان پهريائين برطانيہ جي وزير اعظم ڊسرائيلي جي وزارت عظميٰ جي منصب کان پهريائين لکيل مختلف افسانن جي صورت ۾ عوام جي سامهون آئي. منصب وزارتِ عظميٰ تي فائز هئڻ کان پوءِ انهي کي زياده جرئت سان ان ڦيلايو. 9 فيبروري 1993ع جي مجلہ "جيوش ورلڊ آف لنڊن" ۾ انهي پنهنجي يهود نواز مافي الضمير کلي ڪري هنن لفظن ۾ بيان ڪيو.

"اهو ڊسرائيلي بيان ڪري ٿو. يهود جو مقصد وحيد هي نہ آهي جو يهودي مهاجر بنجي ڪري گلي جي شڪل ۾ گهمندي ڦرندي دنيا جي ڪنهن ڪنڊ ۾ زندگي گذارڻ لاءِ جڳهہ حاصل ڪن. بلڪ اهو وقت ايندو جڏهن پوري دنيا تي يهودي تعليمات ڇانئجي ويندي ۽ قومن کي عالمي برادري ۾ في الحقيقت يهود عظيم تر اسرائيل جا مالڪ هوندا ۽ ٻيا سڀ مذهب ختم ٿي ويندا".

انهي ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ مذڪوره بيان جو هڪ هڪ لفظ پنهنجي اندر معنيٰ ۽ مطلب رکي ٿو. ڇوتہ منصوبہ جو هڪ حصہ موجوده اسرائيل جي صورت ۾ پورو ٿي چڪو آهي. "قومن جي عالمي برادري" (UNO) انهن جي حقيقي مقاصد جي تڪميل جي لاءِ آمريڪا ۽ برطانيہ جي سرڪردگي ۾ (ويٽو پاور سان گڏ) مصروفِ عمل آهي. (پاڪستان جي لاءِ عالمي يهودي تنظيم جي سوچ هيٺ ڏجي ٿي:

(1) "عالمي يهودي تحريڪ کي پنهنجي لاءِ پاڪستان جي خطري کي نظر انداز نہ ڪرڻ گهرجي ۽ پاڪستان ان جو پهريون هدف هئڻ گهرجي ڇوتہ اها نظرياتي رياست يهودين جي بقا لاءِ سخت خطرو آهي. اهو تہ سڄو پاڪستان عربن سان محبت ۽ يهودين کان نفرت ڪندو آهي. اهڙي طرح عربن سان ان جي

محبت اسان جي لاءِ عربن جي دشمني کان زياده خطرناڪ آهي، لهذا عالمي يهودي تنظيم کي پاڪستان جي خلاف فوري قدم کڻڻ گهرجي".

(2) "ڀارت پاڪستان جو پاڙيسري آهي. جنهن جي هندو آبادي پاڪستان جي مسلمانن جي ازلي دشمن آهي. جنهن تي تاريخ بہ شاهد آهي. ڀارت جي هندو جي انهي مسلم دشمني مان فائدو حاصل ڪندي اسان کي ڀارت کي استعمال ڪري پاڪستان جي خلاف ڪم جي شروعات ڪرڻ گهرجي. اسان کي انهي دشمني لاءِ خليج کي وسيع تر ڪرڻ گهرجي ائين اسان پاڪستان تي ڪاري ضرب لڳائي پنهنجي خفيہ منصوبي جي تڪميل ڪرڻي آهي، انهي لاءِ تہ صيهونيت ۽ يهودين جا دشمن هميشہ لاءِ نيست ۽ نابود ٿي وڃن".

اقتباسات تقرير بن گوريان (اسرائيل جو پهريون وزيراعظم) بحوالہ (صيهونيت جو علمبردار برطانوي هفتہ وار) جيوش ڪرانيڪل اشاعت 9 اگست 1967ع. (عرب اسرائيل جنگ کان پوءِ پيرس ۾ منعقده تجزياتي ڪانفرنس ۾ خطاب کان ماخوذ)

آمريڪي نژاد يهودي فوجي ماهر پروفيسر هرٽ پنهنجي رپورٽ جي صفحہ 215 تي لکي ٿو.

(1) "پاڪستان جي فوج پنهنجي پيغمبر جي لاءِ بي پناه محبت رکندي آهي. اهو اهوئي رشتہ آهي جيڪو عربن سان انهن جي تعلق کي ٺوس بنائي ٿو. اهائي محبت وسعت طلب عالمي صيهوني تحريڪ ۽ مضبوط اسرائيل جي لاءِ شديد ترين خطرو آهي. لهذا يهودين جي لاءِ اهو انتهائي اهم مشن آهي تہ هر صورت هر حال ۾ پاڪستاني فوج جي دليل مان سندن پيغمبر حضرت محمد ﷺ جي محبت کي ڪوڻي ڪڍن".

يهودي انهي ڳالهہ تي ايمان رکندا آهن:

1- هو چونڊيل اعليٰ نسل سان تعلق رکندا آهن. جن کي خدا تمام دنيا تي حڪمراني جي لاءِ چونڊي ڇڏيو آهي. باقي دنيا غلام بنجي رهڻ لاءِ آهي.

2- اهو خدا جي وعدي ۽ ان جي خواهش جي تڪميل جي لاءِ فلسطين ۾ واپس ايندا جتان کان هو پوري دنيا کي فتح ڪندا.

3- عيسائيت ۽ اسلام جنهن ٻه عقيدي تي ماڻهن کي پاڻ ڏانهن آڻڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، انسان کي دولت ۽ اقتدار جي ٻڪ کان پري نہ ٿو ڪري سگهجي انهي لاءِ تہ هو خود غرض آهن.

4- عيسائيت ۽ اسلام ٻہ هزار سال کان انسانيت کي اخلاق ۽ آخرت جي جواب ڏهي جي ڏوڪي ۾ وجهي رکيو آهي. جنهن جي ڪابہ حقيقت نہ آهي.

5 - جيڪڏهن يهودين کي هن دنيا ۾ وڏو ويجهٽو آهي تہ انسان جي دل دماغ تي ان جي پيغمبر جي محبت ايمان ۽ انهن جي رسم رواج کي اعليٰ اقدار کي ختم ڪرڻو آهي.

6 - ذڪر ڪيل نمبر 5 ۾ درج ڪيل مقصد جي حاصل ڪرڻ جي خاطر يهودين کي غيريهودين ۾ معاشي لساني علاقائي ۽ مذهبي تعصبات جي باهہ کي ڀڙڪائڻو آهي.

7 - عيسائي مبلغ هجي يا مسلمان علما هر ڪنهن جي ڪا نہ ڪا قيمت هوندي آهي. سون جي چمڪ جي مقابلي ۾ ڪوبہ بيهي نہ ٿو سگهي. اهڙي وڪائو مال سان رابطہ قائم رهڻ گهرجي.

8 - جيڪڏهن عيسائي ۽ مسلمان علمائن کي تبليغِ دين جي نالي تي مالي مدد فراهم ڪئي وڃي تہ هو انهي مدد جي بنياد تي پنهنجي ڪم کي پکيڙيندا پوءِ اچانڪ هٿ کي روڪي انهن کي پريشان ڪري سگهجي ٿو تہ پکڙيل ڪم کي ڪيئن ترڪ ڪيو وڃي. لهذا انهي صورت ۾ هو يهودي مقاصد جي تڪميل جي خاطر مشروط مالي امداد بہ قبول ڪرڻ تي آماده ٿي ويندا.

9- يهودين جي مقصد جي پورائي لاءِ فوري نتيجہ حاصل ڪرڻ جي خاطر هڪ سياسي طالع آزما جي تلاش بي حد اهم ڪم آهي، جنهن جي پٺيان پروپيگنده بہ هجي.

10 - ذڪر ڪيل نمبر 9 جي مطابق سياسي طالع آزما کي جيڪڏهن پنهنجي طرفان اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ امداد جو وعدو موثر تشهير جامع پروگرام ۽ منصوبہ سان گڏ وگڏ هي يقين بہ ڏياريو وڃي تہ توهان جي اقتدار ۾ اچڻ سان قوم جي تقدير بدلجي ويندي ۽ توهان جي اقتدار کي انهيءَ سبب سان

استحڪام ملڪي وينڊو تہ هو اسان جي مقاصد کي پوري ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر ڪونہ ڇڏيندو.

11 - يهودي جتي ڪامياب ٿيڻ ۾ دشواري محسوس ڪندا آهن اتي هو بلاواسطہ طور تي عوامي مقرر قسم جي ماڻهن کي سامهون آڻيندا آهن ڇو تہ ڪجھ ماڻهو پيٽ جا بکيا هوندا آهن. ڪجھ شهرت جي بک ۾ پيا پڙڪندا آهن، شهرت ۽ دولت جا بکيا جيڪڏهن پنڪڻ لڳن تہ يهودي انهن کي غيرموثر بنائي لسٽ ۾ اڳين مهره ۾ آڻيندا آهن. اهڙوڪو بہ ماڻهو هٿ چڙهي وينڊو آهي تہ يهود تنظيم پنهنجي تمام وسيلن سان عوام ۾ مقبوليت حاصل ڪرڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪندا آهن ائين انهي شخص تي ان جي محسن صيهونيت جي گرفت مضبوط کان مضبوط ٿيندي ويندي آهي، پوءِ اهڙي شخص کي جڏهن اقتدارکان الڳ ڪرڻ يا عوام جي نظرن ۾ ڪيرائڻ جي ڌمڪي ڏني ويندي آهي پوءِ انهيءَ بليڪ ميل ۾ يهودي مقصد جي پورائي لاءِ هر هڪ ڪم ڪرڻ تي آماده ٿي وينڊو آهي چاهي اهو ڪيتري قدر شرمناڪ هجي يا مذهب سان ٽڪر ڪائيندڙ هجي.

12 - مٿي بيان ڪيل فارمولو شاعرن اديبن اداڪارن صحافين ۽ ٻين تعليم يافتہ طبقن مثلا وڪلاءِ ۽ پروفيسر حضرات جي لاءِ ڪارگر آهي.

13 - يهودي حتي الامڪان انهي ڳالھ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ دشمن ملڪن ۾ ان جي تمام تر اخلاقي، سماجي، معاشرتي، روحاني ۽ مذهبي اقدار کي ختم ڪيو وڃي، سماجي ۽ معاشي براين کي فروغ ڏنو وڃي مثلا منشيات فحاشي رشوت وغيره عوام ۾ حقيقي مسرت کي ”بابر بہ عيش ڪوش“ امن کي تخريب ۽ سازش راحت کي لالچ ۽ هوس سان متعارف ڪرايو وڃي.

14 - يهودي انهي ڳالھ تي ايمان رکندا آهن تہ سائنسي طريقن سان بيماريون پيدا ڪري سگهجن ٿيون. انهي مقصد جي لاءِ انهن جا ڊاڪٽر ۽ سائنسدان مصروف آهن. مثلا (AIDS)

15- يهودين جو ان فلسفي تي ايمان آهي تہ تعمير کان زياده تخريب جي ذريعي دولت حاصل ڪري سگهجي ٿي.

16- انساني فطرت ۾ برائي جي رغبت کي استعمال ڪندي يهودي هن ڳالهه کي ترجيح ڏيندا آهن تہ يهودي عورتن جي ذريعي موثر افراد کي فحاشي ۾ ملوث ڪري مقاصد حاصل ڪيا وڃن.

17- يهودي پنهنجي مذهب سان محبت ڪندا آهن. مگر هو ڪنهن بي قوم ۾ مذهب کي جاري ۽ ساري ڏسڻ جا روادار نہ آهن. هو پنهنجي مذهب ۽ مقاصد کي غالب رکڻ فرض سمجهندا آهن.

18- يهودي بظاهر انسان دوست حليم الطبع هر وقت تعاون تي آماده ۽ مهربان بردبار هوندا آهن. مگر اندروني سطح تي هر غير يهودي سان نفرت ڪرڻ ايمان جو حصو آهي.

(فري ميسن ۽ ان جي ذيلي تنظيمن جا ممبران ۽ ان جو ڪم ان تي گواه آهي)

19- يهودي ڪٿي بہ آباد هوندا يا ائين عارضي رهائش رکندا هجن اهي مقامي آبادي ۾ ملڻ جلڻ جي بجاءِ الڳ تلڳ رهي ڪري انهي ملڪ جي سالميت برباد ڪرڻ جي ڪوشش ۽ جدوجهد ڪندا آهن.

20- يهودي پنهنجي ٻچن کي پهريون سبق هي ڏيندا آهن تہ هو اعليٰ نسل سان تعلق رکندا آهن. هر ٻيو شخص قابلِ نفرت آهي هو دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ آهي انهن کي واپس پنهنجي اصلي ملڪ فلسطين پهچڻو آهي. جتان کان ان جا رهنما دنيا تي حڪمراني يا ٻين لفظن ۾ خدائي حاڪميت قائم ڪري غيريهود احمق کي پنهنجو غلام بنائي ڇڏيندا سين پوءِ انهن مان هر هڪ کان گهٽي گهٽي بدلو وٺندا سون.

(21) يهودي انهي حقيقت کان پوري طرح باخبر آهن هو ڪنهن شريفانہ جمهوري طريقي سان پنهنجو ذڪر ڪيل خواب پورو نہ ڪري سگهندا. انهي ڪري ٻيا طريقہ استعمال ڪرڻا پوندا. جڏهن بہ غلط هٿڪنڊا استعمال ڪندي رنگيل هٿن سان پڪڙيا ويا تہ منظم طريقي سان انساني حقن جي حق تلفي ۽ ظلم و جور جو شور مچائي ڪري عوامي همدرديون حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

## يهودي طريقہ ڪار

پنهنجي ذڪر ڪيل منصوبن تي علمدرآمد جي خاطر يهودين تقسيم ڪار جي لاءِ پنهنجي افراد کي ٽن حصن ۾ تقسيم ڪري رکيو آهي. (الف) شارڪ (ب) تخريبڪار (ج) عسڪري.

## 1- شارڪ

شارڪ سرمايہ دار آهي، جو سرمائي کي سود جي لاءِ پکيڙي پنهنجو شڪار قابو ڪندو آهي اهو يهودي مقاصد جي حصول لاءِ سرمايو لڳائيندو آهي، جنهن جي بنياد تي غيريهودي دانشورن، صحافين، سياستدانن، ريڊيو\ٽيلي ويزن جي فنڪارن، شاعرن ۽ اديبن کي پس پرده رهي ڪري خريد ڪندو آهي. غيريهودين جي صلاحيتن کي سامهون آڻي فلاح ۽ خوشحالي ۽ ذريعہ استحڪام وطن بنجڻ کان روڪڻ لاءِ بي دريغ سرمايو لڳائيندا آهن. هو بنيادي آسامين تي تعينات بااثر سرڪاري نيم سرڪاري ملازمن کي پنهنجي ضرورت جي لاءِ خريد ڪندا آهن. انهي لاءِ ملڪ جي سياسي معاشرتي ۽ معاشي حيثيت سان ڪاملا ان جي گرفت مضبوط هجي.

خاص طور تي جتي انهن جو تعلق ملڪ جي خفيہ ايجنسين سان هوندو يا ملڪي پاليسي سان.

شارڪ يهودي ملڪ جي اندر اهڙن تنظيمن کي امداد ڏيندا آهن جيڪي ڀڃ ڊاهہ جهڙن سرگرمين تي ايمان رکندا آهن اهي قتل غارتگري ڦرلٽ ٻاهيون ڏيڻ ۽ چورين جهڙين واقعن جي سرپرستي ڪندا آهن.

اگرچہ زير زمين رهي ڪري سياسي عدم استحڪام جي لاءِ هنگامہ ۽ جلوس ۽ ٻيا غيرشائستہ سرگرمين ۾ ملوث ماڻهن کي مالي ڪمزوري جو احساس ٿيڻ نہ ڏيندا آهن ۽ ان جو عقيدو آهي تہ اها سرمايہ ڪاري ضايع نہ آهي، بلڪ انهي مان سرمايہ وڌندو آهي، مثلا جنگ، ڀڃ ڊاهہ، ڦرلٽ مال بنائڻ جو بهترين ذريعہ آهي.

شارڪ يهودي جنگ جا موقع پيدا ڪرڻ لاءِ مختلف طرح جي قضين

(مثلا عراق ڪويت قضيه) جي خاطر تضاد پيدا ڪرڻ ۾ سرگرم عمل رهي ٿو ۽ فريقين ۾ ئي پنهنجي ڪاروائي جاري رکندو آهي، انهي ۾ ان جو ڪوبه نقصان نه هوندو آهي پوءِ هو بالواسطه يا بلاواسطه قضيه نمتائڻ جي لاءِ تخريبي قوت کي اشتراڪ سان ڪاميابي تائين پهچي ٿو. جنهن ۾ سياسي عناصر به ملوث هوندا آهن. (1971ع جي پاڪ ڀارت جنگ ۽ 1973ع جي عرب اسرائيل جنگ عراق تي اتحادين جا حملا انهن جا اکين ڏٺا ثبوت آهن. امن جون ڳالهيون ته محض ڪيموفلاج جي حيثيت ۾ هيون)

يهودي بزرگن پنهنجي نوجوان نسل کي ڪيتري قدر مشورو ڏنو آهي. توهان به اهو ڏسي وٺو:

"چمي ڏيڻ واري ڪنوار کي وساري ڇڏيو. توهان هڪ پيسو ناهڻ ۽ سنڀالڻ واري قوم جا سپوت آهيو".

"سرمايه دار بنجڻ واري رستي ۾ سچي ۽ ابدي محبت ڪڏهن به نه ٿي اچي".

## تخريب ڪار

يهودي مقاصد جي تڪميل جي لاءِ سرگرم عمل تخريب ڪار گروهه ۾ مارڪس ۽ اينجلز جي منصوبه بندي جي مطابق سوشلسٽ/ڪميونسٽ شامل آهن. انهن جو هن ڳالهه تي ايمان آهي ته مزدور ڪنهن به ملڪ ۾ ڪنهن به وقت بي چيني پيدا ڪرڻ لاءِ موثر قوت آهن. جنهن جي ذريعي ملڪ جي پيداواري صلاحيت کي تباه ڪري ان جي معاشي اخلاقي سياسي ساک تي ڪاري ضرب لڳائي ڪري، افراط زر سان عوام الناس ۾ بي چيني پيدا ڪري سگهجي ٿي. هر يهودي انهي ڳالهه تي يقين رکندو آهي ته مزودر جا معاملات ۽ مسائل عوامي سطح تي گهٽ وڌ هڪ جهڙا آهن ۽ انهن کي بين الاقوامي سطح تي حل ڪري سگهجي ٿو. اها تنظيم عالمي سطح تي ILO ٿي سگهي ٿو روس جي اندر پولٽ بيورو انهن ادارن جي پهرين ۽ آخري ڪوشش هي هوندي جو ڪٿي به مزدور محب وطن نه بنجي سگهن.

اها ڳالهه سمجهي چڪي آهي ته سوشلزم ۽ ڪميونزم ٻه الڳ الڳ شيون نه آهن، بلڪ سوشلزم يهودين جي بنايل ڪميونزم جي چار ۾ شڪار ڦاسائڻ لاءِ پهريون قدم آهي ۽ ڪميونزم جو پهريون شڪار مزدور آهن. مزدورن تي اثر قائم ڪرڻ کان پوءِ يهودين جي شعبه تخريب جو رخ متعلقه ملڪ جي مسلح افواج جي طرف ڦري ٿو جنهن جي حيثيت ملڪي استحڪام ۾ ريڙهه جي هڏي جي طرح مسلمه آهي. روسي پولٽ بيورو جو مڪمل ڪنٽرول يهودين جي هٿن ۾ آهي.

يهودي سڀ کان پهرياڻين اقتدار ۽ ترقي جي سڪيا فوجي آفيسرن کي فردن فردن پنهنجي شيشي ۾ بند ڪندا آهن، پوءِ انهن منتخب ماڻهن کي پاڻ ۾ ملائڻ جو اهتمام ڪندا آهن انهي لاءِ هڪ اڪيلو ٻه يارهن جي مصداق ان جو وطن دشمني حوصلا وڌي. پوءِ فوج ۾ پنهنجا خريد ڪيل ايجنٽن جي ذريعي علاقائي لساني قومي ۽ مذهبي تعصبات کي هوا ڏني وڃي ٿي انهيءَ لاءِ تعصب جي شعلن کان نفرتون جنم وٺنديون ۽ اتحادِ ملت سڙي ڀسم ٿي ويندو.

شعبه تحريڪ شارڪ سان گڏ انتهائي تعاون سان ڪم ڪري ٿو. اهو پنهنجي منصوبي جي مطابق پنهنجن ذريعن سان ڪنهن ملڪ جي وسيلن کي برباد ڪري ڇڏي ٿو ته شارڪ پنهنجي سرمائي سان ان جي تعمير جي لاءِ ان جو خسارو پورو ڪرڻ جي لاءِ ان جي دروازي تي همدرد بڻجي ڪري، ڪڙو ڪڙڪائڻ جي لاءِ تيار هوندو آهي. عالمي سطح تي انهيءَ ٿيل چڪر جي مطابق هر جڳهه يهودي منصوبه پايه تڪميل تائين پهچي رهيا آهن، ملڪي سطح تي گهمبير خسارن تي قرض وٺي ڪري جاڻو اڻ جاڻو يهودي گرفت کي مضبوط کان مضبوط ڪيو وڃي ٿو. انهي ڪم ۾ مددگار ملڪي مشينري جا موثر پرزا آهن، جيڪي پڪا يهودي آهن.

## (3) شعبه عسڪريه يا جبريه

”هي شعبه پوري دليري سان قوت استعمال ڪري پنهنجي صيهوني مقصد جي تڪميل ڪندو آهي. اسرائيلي رياست جي واڳ پوري صيهونين جي قبضي قدرت ۾ آهي. انهن جي مالياتي امور شارڪ جي ڪنٽرول ۾ آهي،

انتظام ۽ انصرام ڊسٽريڪشريز (تخريب ڪارن) جي ذمہ آهي. پنهنجي ملڪن جي اندر هي شعبہ مزدور جي عزت نفس ۽ ان جي حقن کي ڪابہ اهميت نہ ٿو ڏئي. اسرائيل ۾ مزدورن جو ڪوبہ امتياز نہ آهي، جتي روس وانگر حق هڙتال سلب آهي.

پنهنجي دنيا ۾ پکڙيل ايجنٽن جي رهنمائي ۽ اصلاح جي لاءِ يهود باقاعده پروگرام رکندا آهن. جيڪو هن طرح هوندو آهي تہ هر مقام تي ايجنٽ پنهنجي ڪاڪردگي جون رپورٽون ارسال ڪندا آهن. جن جي روشني ۾ انهن کي هدايتون موڪليون وينديون آهن. انهي سبب جي ڪري هر گوشي ۾ يهودي عزائم جي تڪميل جو ڪم گهٽ وڌ هڪ ئي نموني تي هلي رهيو آهي.

(مثلا پاڪستان ۽ برما جي مثال ثابت ڪري ٿي جيڪو 1975ع جي عشري ۾ ٻنهي جڳهن تي هڪ جهڙي ڪاروائي عمل ۾ آئي هئي).

دنيا جي سيني ملڪن ۾ ڪمن جي نگراني ان ۾ عملي تعاون وغيره جو ڪم "ربيون جي مرڪزي ڪونسل" پيرس جي ربي اعظم جي نگراني ۾ ڪندي آهي، برطانوي وزيراعظم جيئن شروع ۾ ذڪر ٿي چڪو آهي پنهنجي ناولن. (Tanered and Endymion ۽ Konings by) ۾ يهودين جي پروگرامن کي افسانوي ڪردارن جي ذريعي عوام جي سامهون پيش ڪيو هو. انهي پيشن گوئي ڪئي هئي، مستقبل ۾ جرمني جي اندر تمام تعليمي ادارن ۽ يونيورسٽين تي يهودين جو تسلط هوندو ان جي ذريعي جرمني ۾ انقلاب ايندو جيڪو عملا 1848ع ۾ اچي ويو ۽ يهودي تعليمي ادارن تي قابض رهيا.

1995ع يهودين جي پهرين عالمي ڪانفرنس سوئيزرليند منعقد ٿي. جنهن ۾ ڊاڪٽر هيزل يهودي رياست جي لاءِ منصوبو بنايو. 1996ع بمبئي (متحده هندوستان) ۾ طاعون جي بيماري پيئي جنهن تي قابو پائڻ لاءِ معروف يهودي ماهر ڊاڪٽر هفڪن بمبئي پهتو. جنهن ويا جي ڪنترول جي آڙ ۾ هزهائي نس پرنس آغا خان کي انهي ڳالهہ تي آماده ڪيو تہ هو ترڪي جي حڪمران سلطان عبدالحميد کان استدعا ڪري تہ هو يهودين جي هٿان فلسطين ۾ ڪجهہ اراضي خريد ڪري. ڊاڪٽر هفڪن (Haffkins) آغا خان مرحوم کي پيرس ۾ يهودي

ربيون جي نالي تعارفي خط ڏنا. جتي مسوده پيغام لکيل هو پوءِ مڪمل ٿيو.

زيرڪ مسلمان ترڪ حڪمران جڏهن زمين جو هڪ انچ بہ يهودين کي ڏيڻ کان انڪار ڪيو تہ 1905ع ۾ انهن پهرين عالمي جنگ جو منصوبو بنايو. جيڪو باقاعده شايع ٿيو. جنهن جي منصوبہ بندي ۽ تفصيل ڪجهہ هن طرح آهي.

1- عالمي جنگ ٿيندي جنهن ۾ برطانيہ يقينا حصو وٺندي.

2- ترڪي کي برطانيہ جي خلاف هر حال ۾ سامهون آندو ويندو.

3- ترڪن کي هر حال ۾ شڪست ڏني ويندي.

4- اقوام متحده (League of Nations) جي تشڪيل ڪئي ويندي.

5- برطانوي راڄ جي سرپرستي ۾ فلسطيني اسرائيل رياست جو قيام عمل ۾ آندو ويندو.

جنگ جي دوران هڪ پروگرام تشڪيل ڏنو ويو جنهن جي پهرين مرحلي ۾ روس جي اندر بالشويڪ انقلاب پوءِ اتي سوشلزم جو بالاخر ڪميونزم ٿيندو. (ڪميونزم جو مادو دراصل لفظ ڪميون آهي. جيڪو يهودين جو مذهبي ادارو آهي. ڳاڙهي رنگ مان مراد يهودا آهي. جنهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي مخبري ڪئي هئي) پوءِ عملا ہي جنگ عظيم کان پوءِ تاج برطانيہ جي زير سايہ 1948ع اسرائيلي حڪومت تشڪيل ۾ آئي. اها اسرائيلي حڪومت جنهن جي لاءِ سرمايہ شارڪ فراهم ڪيو. انفرادي قوت شعبہ تخريب ۽ گڏيل سياسي ليڊرن.

پاڪستان کي يهودين جي پنجه مان بچائڻ لاءِ جيڪڏهن اسان مخلص آهيون تہ اسان کي پاڪستان ۾ استحڪام جمهوريت جي لاءِ حقيقي جمهوريت چاهڻ وارن جا هٿ مضبوط ڪرڻا پوندا. چوتہ جمهوريت جو استحڪام يهودي عزائم جي لاءِ زهرِ قاتل آهي. جو ان جي احيا ۽ بقا جو راز آمريت ۾ آهي. انهيءَ ڪسوٽيءَ کي همشہ ياد رکو تہ جمهوريت هوندي تہ سرمائيداري ۽ جاگيرداري نہ هوندي ۽ سرمائيداري ۽ جاگيرداري هوندي تہ جمهوريت نہ هوندي.“ مذهب تي عمل سان بہ هو خوف ۾ رهندا آهن لهذا بحيثيت مسلمان پنهنجي اقدار جي پاسداري ٿي اسان کي انهن جي شيطاني منصوبن کان محفوظ رکڻ جي ضمانت

فراهم ڪري سگهي ٿي ۽ مزدورڪي ئي مسلمان مزدور بنائڻ به ضروري آهي.

1. پاڪستان جي بقاءَ لاءِ اولين ضرورت شارڪ کان بچڻ ۾ آهي. انهي لاءِ هر طرح جي وياج کان پاسو ڪرڻ آهي جيڪو اسان کي شارڪ جي حملہ کان بچائي سگهي ٿو.

2. زرعي جنسون ڪنهن به قيمت تي نہ وٺڻ گهرجن (حالانڪ فاضل ئي چو نہ هجن) انهي لاءِ تہ ملڪ جي اندر خوراڪ جي شين جي قيمتن ۾ اعتدال ۽ استحڪام پيدا ٿئي.

3. متناسب نمائندگي کي ملڪي انتخاب جو بنياد بنايو وڃي ۽ ميمبرن جي اصليت جي قانون تي سختي سان عمل ڪيو وڃي. اسلامي ضابطہ اخلاق اسان جو رهنما هجي.

4. ذرائع ابلاغ. اخبارات ۽ جرائد ريڊيو ۽ ٽيلي ويزن هر شي مسلمان جي اخلاق فاضلہ سان قوم جي تربيت ڪن خلاف ورزي تي سزا هجي انهي لاءِ يهودين جي خريد ڪيل ماڻهن کي انهن ادارن ۾ نہ رکو جيئن انهن جي دال نہ ڳري سگهي. منهنجا عزيز هم وطنو! جيڪڏهن مستقبل جي امين نوجوان نسل کي هڪ زنده قوم جي امانت جي طور تي تاريخ جي درخشان بنائڻ جي خاطر 21صدي جي حوالي ڪرڻو آهي تہ يهود ۽ هنود ۽ نصاريٰ جي معاونت کان تيار رهڻ جي سازشن کان هوشيار رهڻ ۽ قدم قدم تي مقابلي ڪرڻ جي اهليت پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي. اڄ مومنانہ بصيرت کي زحمت نہ ڏني تہ سياڻي جو مورخ اهو ئي ڪجهہ لکي ڪري تاريخ جو پيٽ پريندو جو اسپين جي 700 سالہ مسلمان حڪومت جي خاتمي کان پوءِ لکي ثبوت فراهم ڪري چڪو آهي. منهنجا پيارا هم وطنو! انهي آرسي ۾ هي بہ ڏسي وٺو ڪيمونزم بہ دراصل يهوديت ئي آهي.

”.... ڪيمونزم جي روح دراصل يهوديت جي روح آهي.“

اوڻويه صدي ۽ بعد (لندن) از پروفيسر ايف اي او سيندوسڪي. صفحہ 29 جنوري 1926ع)

2. يهودين جو هي ابدي حق آهي تہ هو دنيا تي حڪمراني ڪن ۽ باقي

سپ ان جا غلام هجن.“

(رپورٽ ڪميٽي يهودي حقوق نيو يارڪ صفحہ 100- 99 - 1939ع ازهيري وانس)

3. هر جڳهہ خوش دلي سان روس جي سرخ فوج جو استقبال ڪرڻ وقت يهودي انهن کي ڏينهون ڏينهن مستحڪم حيثيت جي لاءِ دعا ڪندا آهن تانت انهن جي بدترين دشمنن جو قلع قمع ٿي وڃي پوري آزاد دنيا روسي فوج جي عظمت کي سلام ڪندي آهي ۽ يهودي انهي کان بہ زياده“(دي نيو جو ويا لنڊن صيهوني تنظيم فروري 1943ع صفحہ 67- 66)

4. يهوديت جي بيشمار اعضا وجوارح ڪيمونزم جي ترويج جي لاءِ قوت فراهم ڪندا آهن.“

(ڊاڪٽر آسڪرليوي يهودي دي ورلڊ سگنيفائزوي رشين ريووليوشن صحفہ IX آڪسفورڊ 1920ع)

5. ”اسرائيل ہي جنگ عظيم ۾ سرخ فوج جي شموليت جي ياد ملهائڻ لاءِ سرخ فوج جو جنگل تيار ڪرڻ شروع ڪري ڏنو آهي.“

(رونسٽ ريويو. لنڊن. جو 30 .. 1950 صفحہ 13 رونسٽ فيڊيش آف برٽن اينڊ آئرلينڊ)

6. ”هي هڪ مسلمہ حقيقت آهي جو ٽيڪنالوجي ۽ سائنس جي شعبي ۾ جيتريقدر ماڻهو پوري دنيا ۾ آهن صرف روس ۾ انهي کان 10 حصہ انهي ميدان ۾ يهودي آهن.“

(ڊاڪٽر هائمن ليوي جيوز اينڊ دي نيشنل ڪوليچن لنڊن صفحہ 81 . 58)

7. ”ڪميونسٽ پارٽي پنهنجي تاسيس ۾ يهودين کي پنهنجي صفن ۾ ملائڻ جي اڻ ٿڪ ڪوشش شروع ڪري ڏني آهي.“

(ڊاڪٽر اليگز اندر. ايس ڪوهنڪي. يهودي. آمريڪن جيوش ڪميٽي 1940ع صفحہ 471) (مضمون ان ڪنٽمپريري جيوش ريڪارڊ)

منهنجا تمام پيارا هم وطنو! غيرن جي پاڪستان ۽ ملت مسلمہ جي لاءِ

تباه ڪندڙ منصوبہ بندي توهان ملاحظ ڪري چڪا آهيو پنهنجا جيڪي ڪجھ ڪري رهيا آهن توهان کان لڪل ڇپيل نہ آهي. آسي پاسي جو هر ڪردار توهان کليل اکين سان ڏسي بہ رهيا آهيو پوءِ بہ توهان متحرڪ ڇو نہ ٿا ٿيو. علامہ اقبال فرمائي ويو آهي.

وطن کی فکر کرنا دان مصیبت آنے والی ہے
تیرے بربادیوں کے تذکرے ہیں آسمانوں پر

استحڪام وطن جي ذميداري نوجوان نسل جي حوالي ڪري سگھجي ٿي. مگر درسگاهن ۾ ڪوبہ پڙهڻ جي لاءِ سنجيده نہ آهي ۽ نہ پڙهائڻ جي لاءِ علم هاٿي يا گيس پيپر ۾ آهي يا ٽيسٽ پيپر ۽ گيٽ ٽروگائيڊ ۾ بلڪ انهي کان بہ وڌي ڪري بوٽي مافيا يا ڪلاشنڪوف مافيا وٽ آهي. درسگاهن ۾ ڪلاشنڪوف ڪلچر يا هيروئن ڪلچر جو راڄ آهي. اسان نوجوان نسل کي بي راه روي جو طعنہ ڏيندا آهيون تہ ان جو معقول جواب ٻڌڻ کي ملندو آهي تہ اسان جي تربيت جي ذميداري وڏن جي ڪلهن تي آهي. انهن پنهنجا سياسي مقاصد حاصل ڪرڻ جي خاطر اسان جي هٿن ۾ اسلحہ ڏنو آهي. اسان کي گمراه ڪيو تعليم کان پري ڪيو ۽ نتيجتن اسان کي آسودگي جي لاءِ نشي جي راه تي هلڻو پيو يا بيڪار وهڻ جي ڪري بسون ۽ بينڪون ڦرڻ وارا چور بنجي ويا سون.

پاڪستان کي شروع کان اڄ تائين جنهن بي دردي سان ڪشمير ۽ اسلام جي نالي سياسي ڪاميابين حاصل ڪرڻ خاطر استعمال ڪيو ۽ ڪاميابي مقدر بنجنديئي جيتري قدر انهي سان مذاق ٿيو ڪنهن بي زنده قوم وٽ شايد ڪڏهن بہ اهڙو مثال نہ ملي. اسان انهي ڳالھ تي فخر ٿا ڪريون تہ هر ڪنهن اليڪشن ۾ ڪشمير ۽ اسلام جي سربلندي جي نعرن سان قوم کي بيوقوف بنائيندا آهن ۽ قوم بيوقوف بنجي ويندي آهي. مگر شايد اهو اسان جي انهي منافقت جو سبب آهي تہ قومن جي برادري ۾ باوجود اسان جي بلند بانگ دعون ۽ نعرن جي اسان جو ڪوبہ مقام نہ آهي.

منهنجا عزيز هم وطنو! جنهن وطن اسان کي آزادي جي نعمت سان نوازيو ڇا انهي جو اسان تي ايترو بہ حق نہ آهي تہ اهو اسان کان اهو پڇي تہ ڪيستائين

قومي سطح تي منهنجو استحصال ڪندا رهندو؟

ڪڏهن توهان جي ملي غيرت جاڳندي ۽ توهان معمار وطن پاسبان وطن جو ڪردار ادا ڪندو؟

ملڪن جي برادري ۾ مون کي پنهنجو مقام ڏياريندو يا ائين ڪائي پي اڌ مئو ڪري رکندو.

وطن عزيز جو اهو سوال منهنجي لاءِ ۽ توهان جي لاءِ لمحہ فڪر ۾ آهي! ان جي زخمن سان چُور جسم تي مرهم رکڻ جو اجا بہ وقت آهي اهو گذري ويو تہ انهي کان وڏيڪ بدبختي بي ڪابہ نہ هوندي. آزادي جي نعمت جي قدر قيمت انهن کان پڇو جيڪو انهي آزادي کان محروم آهن ۽ صبحاڻي مخشر ۾ آزادي جا شهدا (شهيد) اسان جي گلي ۾ هٿ وجهڻ جو حق بہ محفوظ رکندا آهن. انهي کان بچڻ عقلمندي آهي.

اچو عزم ۽ همت سان ماضي جي خامين ۽ ڪوتاهين کي الوداع چوندي تعمير وطن جا تقاضا پورا ڪريون.

# بيجنگ پلس فائيو (5_ Plus) ڪانفرنس

## پروفيسر ثريا بتول علوي

5 کان 9 جولاءِ نيويارڪ ۾ اقوام متحده جي نمائندن جي ذريعي يهودين جو هڪ خوفناڪ شيطاني منصوبہ پيش ڪيو ويو. جنهن ۾ دنيا جي مختلف ملڪن جا هر خيال شيطاني دماغ ملي ڪري ويٺا ۽ ”خواتين 2000ع ايڪويه صدي ۾“ صنعتي مساوات امن ۽ ترقي جي نالي تي چند فيصلہ ڪيا ويا جنهن کي يو اين او جي پليٽ فارم جي ذريعي ميمبر ملڪن ۾ نافذ ڪرڻو هو. اهڙي طرح اهي خواتين جي سلسلي ۾ گويا پنجين عالمي ڪانفرنس هئي.

### خواتين جي باري ۾ عالمي ڪانفرنسون:

انهي کان اڳ ۾ حقوق نسوان جي نالي تي خواتين جون چار عالمي ڪانفرنسون منعقد ٿي چڪيون آهن.

پهرين بين الاقوامي ڪانفرنس 1975ع ۾ ميڪسيڪو ۾.

ٻي بين الاقوامي ڪانفرنس 1980ع ۾ ڪوپن هيگن ۾.

ٽي بين الاقوامي ڪانفرنس 1985ع ۾ نيروبي ۾.

چوٿين عالمي ڪانفرنس 1995ع ۾ بيجنگ ۾.

بيجنگ ڪانفرنس ۾ خواتين جي ترقي ۽ صنعتي مساوات جي سلسلي ۾ هڪ ٻارهن نڪاتي ايجنڊا طئي ڪيو ويو. اهي نڪات هي آهن.

1- غربت. 2- تعليم. 3 - حفظان صحت. 4- عورتن تي تشدد. 5- مسلح تصادم. 6- معاشي عدم مساوات. 7- مختلف ادارن ۾ مرد ۽ عورت جي نمائندگي جو تناسب. 33- فيصد تائين. 8- عورت جي انساني حقوق. 9- مواصلاتي نظام خصوصا ذرائع ابلاغ. 10- ماحول ۽ قدرتي وسائل. 11- ننڍي ڇوڪري. 12- اختيارات ۽ فيصلہ سازي اهڙي طرح سان لفظن ۾ انهن ڪانفرنسن جو اصل مقصد انهن جي خيال ۾ اهڙو عالمي نظام متعارف ڪرائڻو

هو، جنهن ۾ عورتن کي مساوي حق حاصل هجن.

## خواتين جي پنجين عالمي ڪانفرنس جولائي 2000ع

بيجنگ ۾ طئي ڪيل ٻارهن نڪاتي ايجنڊا رڪن ملڪن جي عمل درآمد جي لاءِ ڏنو ويو هو. انهي ايجنڊي تي ڪيتري تائين عمل ٿي سگهيو. انهي جي جائزي وٺڻ لاءِ 5 جولائي کان 9 جولائي تائين بيجنگ ڪانفرنس کان پوءِ هي نيويارڪ واري ڪانفرنس منعقد ٿي. انهي ڪري انهي جو نالو+5 قرار ڏنو ويو. اها بيجنگ ڪانفرنس پنجن سالن کان پوءِ ٿي رهي هئي. انهي ڪانرنس جو اصل عنوان هو.

"2000ع جي خواتين ۽ ايڪويهه صدي ۾ صنعتي مساوات، امن ۽ ترقي".

I women 2000, Gender quality, development and place in the 21 century.

هن ڪانفرنس ۾ اقوامِ متحده جي ميمبر ملڪ جتي سرڪاري طور تي شامل ٿيا، اتي اين جي اوز جي ڪثير تعداد ۾ وفد بہ شامل ٿيا. اگرچہ بيجنگ ڪانرنس جي شرڪاءِ ۽ مندوبين جو تعداد هن ڪانفرنس جي مقابلي ۾ تمام گهٽو هو. مگر هي ڪانفرنس تمام گهٽو اهميت جي حامل هن لحاظ سان هئي جو هن ۾ بيجنگ ڪانفرنس جي دوران طئي ڪيل ٻارهن نڪاتن ايجنڊن جي توثيق اقوامِ متحده جي طرف کان ٿي ڪري انهي کي تمام ميمبر ملڪن تي حڪمن نافذ ڪرڻ جو پروگرام هو. ان جي خلاف ورزي تي اقوامِ عالم "مجرم ملڪ" جي خلاف ايڪشن وٺڻ جي مجاز قرار ڏني ويئي هئي.

## ڪانفرنس جا درپرده مضمرات

1- آمريڪا پنهنجي نيوورلڊ کي مستحڪم ڪرڻ جي غرض سان پنهنجي ممڪنہ حريف اسلام جي ڪردارکي ختم ڪرڻ چاهي ٿو.

2- پنهنجي عالمي نيشنل ڪمپنين کي مضبوط بنائڻ ۽ انهن کي استحڪام ڏيڻ جي لاءِ مغرب کي هر جڳهہ سستي ليبر ۽ خام مال گهرجي. هو

چاهيندا آهن تہ جنسي آزادي وارو معاشرو پيدا ڪري مرد ۽ عورت جي تميز جي بغير انهن کي هر جڳهہ گهٽ اگهہ تي ليبر سو فيصد مزدور ۽ تربيت يافتہ افرادي قوت ميسر اچي وڃي. انهي سان گڏ مزاحمت ڪرڻ واري ديني قوت بہ غيرموثر ڪري رهجي وڃي.

## هن ڪانفرنس جي لاءِ تياريون

بيجنگ پلس فائيوڪانفرنس نيويارڪ جي تياري تہ بيجنگ ڪانفرنس کان فورا بعد ئي شروع ٿي ويئي هئي. مگر هيءَ 1999ع کان 2000ع ۾ پوري عروج تي پهچي ويئي هئي. ان جي لاءِ دنيا جي مختلف علائقن ۾ وقتا فوقتا علاقائي ڪانفرنسون ٿينديون رهيون. ان ۾ پهريائين تياري ڪانفرنس Prep-com تہ 15 مارچ کان 19 مارچ 1999ع ۾ نيويارڪ ۾ منعقد ٿي. وري نيويارڪ ۾ هڪ بي ڪانفرنس 27 فيبروري کان 17 مارچ تائين دوباره منعقد ٿي. انهي کان علاوه کٽمنڊو بئنڪاڪ ۽ بين مقامن تي علائقائي ڪانفرنسون منعقد ٿينديون رهيون. (اصل ڪم انهن ڪانفرنس ۾ انجام ڏنو ويو) هن ڪانفرنس ۾ خصوصي ايجنڊا هي هو.

خاتون خانہ جي گهريلو ذميدارين تي پوءِ ان جي توليدي خدمات تي ان کي باقاعده معاوضہ ڏنو وڃي. "ازدواجي عصمت دري" (يعني پنهنجي زال جي مرضي جي بغير شوهر جو جنسي وظيفہ ادا ڪرڻ) تي قانون سازي جي جاءِ ۽ فيملي ڪورٽ جي ذريعي مرد کي سزا ڏياري وڃي. طوائف کي جنسي ڪارڪن قرار ڏيڻ. ميمبر ملڪن ۾ جنسي تعليم ۽ ڪندوم جي استعمال تي زور ڏيڻ. حمل کي ساقط ڪرڻ کي عورت جو حق قرار ڏيڻ. هم جنس پرستي جو فروغ حالانڪ پنهنجي تجويزن کي رسمي طور تي پنج ڏهہ منٽن جي نمائشي تقرين کان پوءِ منظور ڪري ڇڏڻ جو پروگرام هو.

شيطان بيجنگ ڪانفرنس کان وٺي اڄ تائين پنهنجي منصوبي تي عمل درآمد ڪرڻ جي لاءِ متحرڪ هو. مگر افسوس مسلمان ملڪن ۾ انهي اچڻ واري فتنہ جو بجا طور تي نوٽيس نہ ورتو ويو. قاهره ڪانفرنس 96ع جي انعقاد کان پوءِ

مصر ۾ نئين عالمي قوانين متعارف ڪرائي ويئي. انهي ڪان پوءِ مراڪش ۽ ٻين مسلم ملڪن ۾ بہ بيجنگ ڊرافٽ جي نتيجي ۾ فيملي لاز ۾ تبديليون آنديون ويون. مگر ڪنهن بہ جڳهہ تي بہ ڪو قابلِ ذڪر احتجاج ڏسڻ ۾ نہ آيو. البتہ مراڪش ۾ بہ ٽي مهينہ اڳ ۾ جڏهن فيملي لاز تبديل ڪيا ويا تہ اتي جي 10 لک مسلم خواتين انهي نئين قانون جي خلاف باپرده مظاهرو ڪيو. اهڙي طرح هڪ نئون مثال قائم ڪيو.

جيڪڏهن اهڙي قسم جا مظاهرا مختلف مسلم ملڪن ۾ ٿين ها تہ پوءِ انهي موقعي تي عالمِ اسلام متفق موقف اختيار ڪري هر جنس پرستي جي شيطاني منصوبہ جو موثر سدباب ڪري سگهجي ها.

## پاڪستان ۾ هن ڪانفرنس جي تياري

ڇهہ سال اڳ قاهره ۾ 1994ع ۾ منعقد ٿيل بهبود آبادي ڪانفرنس جي نتيجي ۾ پاڪستان ۾ گهڻيون اين جي اوز (غيرسرڪاري تنظيمون) وجود ۾ آيون. بيجنگ ڪانفرنس ڪان پوءِ انهن جي تعداد ۾ وڏيڪ اضافہ ٿيو. ملڪ ۾ فيملي پلاننگ کي تمام گهڻو اهميت ڏني ويئي. جڳهہ جڳهہ بهبود آبادي سينٽر کلي ويا ستارو ۽ چاپي واريون گوريون (حمل بند ڪرڻ واري دوا) ملڪ ۾ عام ٿي ويون. ايڊز کان بچائڻ جي بهاني ملڪ ۾ هر جنس پرستي جي باري ۾ وسيع پروپيگنڊه ڪيو ويو. وطن عزيز ۾ بي حيائي فحاشي کي گهڻو فروغ حاصل ٿيو. پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ذرائع ابلاغ ٽي وي ڊش، ڪيبل انٽرنيٽ فحش لٽريچر ماڊلنگ ويڊيو گيمز وغيره جي ذريعي فحاشي جا مظاهره تمام گهڻو وڌي ويا. اغوا عصمت دري وري گينگ ريپ ۽ گهرن مان نياڻين جي فرار جي واقعن ۾ گهڻو اضافو ٿيو. انهي پس منظر ۾ "صائمہ ارشد لو ميرج ڪيس" بہ منظر عام تي آيو. جنهن بہ مغرب جي ثقافتي يلغار کي وطنِ عزيز ۾ وڌيڪ فروغ ڏنو. وري خواتين جي بينڪ ۽ پوليس اسٽيشن بہ قائم ڪيا ويا.

1996ع حڪومتِ پاڪستان خواتين جي اصلاح ۽ ترقي جي نالي تي هڪ "خواتين تحقيقاتي ڪميشن" ترتيب ڏنو هو. انهن جي ميمبرن ۾ زياده تر

اين جي اوز جا نمائنده هئا. خاص طور تي ايڊووڪيٽ عاصمه جهانگير (جيڪا يو اين او جي باقاعده تنخواه دار ايجنٽ آهي، جنهن جو ڪم ٿي پاڪستان ۾ مغربي اباحيت کي ترقي ڏيڻ آهي) جهڙا ماڻهو رپورٽ تيار ڪري رهيا هئا.

1997ع ۾ انهن جيڪا رپورٽ پيش ڪئي هئي انهي ۾ پاڪستاني خواتين جي لاءِ بيجنگ ڪانفرنس وارو ايجنڊا پيش ڪري ڇڏيو. انهي کان پوءِ انهن خواتين غيرت جي نالي تي ٿيڻ واري قتل جي خلاف انهي زور سان شاهدي ڏني ته موجوده حڪومت 20 اپريل 2000ع ۾ ٿيڻ واري انساني حقوق ڪانفرنس ۾ اهڙي قتل کي قتل عمد ٺهرائي ڪري ان جي سزا موت قرار ڏيئي ڇڏي. علاوه ازين موجوده حڪومت بلدياتي انتخابات ۾ عورتن لاءِ 50 فيصد نشستون ڏيڻ جو اعلان ڪيو ۽ انهي ايجنڊا تي عمل درآمد ڪيو.

سرڪاري سطح تي ڪانفرنس جي لاءِ پاڪستاني وفد نيويارڪ ويو ان ۾ سماجي بهبود ۽ خواتين جي وزير شاهين عتيق الرحمان، ڊاڪٽر ياسمين راشد، زرين خالد، ثمينه پيرزاده ۽ ڊاڪٽر رخسانه شامل هيون. وفاقي وزير تعليم زبيده جلال انهي سرڪاري وفد جي سربراه هئي. انهي کان علاوه ڪيترين ئي دانشور خواتين بطور مبصر به شامل ٿيون عاصمه جهانگير به ڪئي اين جي اوز جي همراه گڏ ويل هئي.

اهڙي طرح پاڪستان ۾ به انهن اقدامات جي نتيجي ۾ تمام گهٽ ردعمل ڏسڻ ۾ آيو. وري پاڪستاني اين جي اوز پاڪستان جي طرفان هڪ باقاعده رپورٽ يو اين او کي درج ڪرائي جنهن ۾ نمبر وار بيجنگ ڪانفرنس جا ٻاره موضوعن تي پاڪستان ۾ ٿيل پيش رفت ۽ متعلقه رڪاوٽن جو جائزو پيش ڪيو ويو. انهن اها رپورٽ به ڏني ته بي نظير ڀٽو صاحبه جي دورِ حڪومت ۾ انهن جو ڪم جاري رهيو. مگر نواز شريف حڪومت جي دوران ترقي جا تمام ڪم بند رهيا.

# علماءِ ڪرام ۽ خيرخواه مسلمانن ۽ خصوصا مسلم حڪمرانن کي انتباه

مسلم ورلڊ جيورسٽس ايسوسيئيشن جي صدر جناب اسماعيل قريشي لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ انهي ڪانفرنس جي غيرشرعي ۽ غيراسلامي نڪتن جي خلاف رٽ دائر ڪئي. انهن زبيده جلال وفاقي وزير تعليم جي سربراهي ۾ وفد موڪلڻ جي مخالفت ڪئي. جڏهن ته زبيده جلال جي مغرب نوازي جي بناءِ تي ٻين ديني جماعتن به موصوفه تي شديد تنقيد ڪئي. آخر حڪومت لاهور هاءِ ڪورٽ کي يقين ڏياريو اسان جو وفد اسلام جي خلاف نڪتن جي انهي ڪانفرنس ۾ مخالفت ڪندو. مگر وفد جي سربراه محترمه زبيده جلال کي ئي بنايو ويو.

اهڙي طرح رابطہ العالم الاسلامي جي سيڪريٽري جنرل ڊاڪٽر عبدالله بن صالح العبيد دنيا جي مسلمانن جي نالي بالعموم ۽ راءِ عامه جي نمائندن جي نالي بالخصوص هڪ خط لکيو جنهن ۾ اقوامِ متحده جي جنرل اسمبلي جي 54، اجلاس جي جانب توجه ڏياري جيڪو 5 کان 9 جولائي نيويارڪ ۾ ٿي رهيو آهي. اهو عورتن جي باري ۾ ان جو 23 سيشن هوندو. جنهن لاءِ "ايڪويه صدي ۾ عورتن جي لاءِ مساوات ترقي ۽ امن جو عنوان" اختيار ڪيو ويو آهي. انهن چيو ته انهن سيني عورتن جي ڪانفرنس جو مقصد خاندان جي اداري کي ختم ڪرڻ ۽ عورتن بلڪ نوجوان نسل ۾ اخلاقي بي راهه روي ۽ والدين سان بغاوت پيدا ڪرڻي آهي. الله تعاليٰ مسلمانن کي نيڪ ڪمن ۾ تعاون ڪرڻ ۽ برن ڪمن کان پري رهڻ جو حڪم ڏنو آهي. لهذا اقوامِ متحده جي چٽني هينيان نئي عالمي نظام جي منظم حملي جي خلاف سوچڻ ۽ تدبير ڪرڻ تمام مسلم امه جي ذميداري آهي. اهو حملو صرف مسلم اقدار جي خاتمي جي خلاف سازش نه بلڪ دنيا ڀر ۾ انساني حقن جي پردي ۾ تمام انساني رشتن بلڪ خود انسان جي سڃاڻپ جي تذليل ڪرڻ جي مترادف آهي. سابق صوبائي وزير

اطلاعات پير بنيامين رضوي آمريڪا ۾ ٿيڻ واري ان ڪانفرنس کي اسلام جي خلاف شرمناڪ سازش قرار ڏنو. جنهن ۾ هم جنس پرستي کي جائز، اسقاطِ حمل کي فروغ ۽ طوائفن کي جنسي ڪارڪن قرار ڏنو پيو وڃي. انهن مطالبہ ڪيو تہ اين جي اوز جي نمائنده وفاقي وزير زبيده جلال کي حڪومت فورا واپس گهرائي ۽ انهي ڪانفرنس جو بائيڪاٽ جو اعلان ڪري. بلڪ انهن اسلامي ملڪن جي تمام سربراهن کي بہ اپيل ڪئي تہ هو فوري طور تي پنهنجا نمائندا واپس گهرائي مسلمان هئڻ جو ثبوت ڏين ۽ اهڙي طرح پاڪستان جي تمام ديني جماعتن بہ فردا فردا انهي ڪانفرنس کي پنهنجي مذهب، عقيدي ايمان ۽ اقدار جي تباهي جي يهودي منصوبي جي خلاف متحد ٿيڻ جي تلقين ڪئي.

## شديد تنقيد جو سبب

ها سموري تنقيد انهي بنا تي ٿي تہ يو اين او جي نمائندي اهم نوٽيس جاري ڪيو هو تہ "اها ڪانفرنس پهرين تمام پيش رفت جو جائزو وٺندي" بستي پليٽ فارم فار ايڪشن جي 12 نهايت اهم نڪتن جو جائزو وٺي ڪري انهن افسوس ظاهر ڪيو تہ افسوس ماڻهن تي اڃا تائين روايتي جنسي سڄاڻپ طاري آهي ۽ عورت جي خلاف جنس جي بنياد تي امتيازي سلوڪ مرد ۽ عورت جي مساوات قائم ڪرڻ ۾ وڏي رڪاوٽ آهي، پوءِ حڪومتن بہ اهڙن اقدامات تي توجہ ڏني ۽ نہ ئي انهن انهي امر تي زور ڏنو جنهن ۾ عورتن تي توليدي حقن ۽ جنسي صحت جي متعلق حقن تي عملدر آمد ممڪن ٿي سگهي. انهي ڪري هاڻي يو اين او بين الاقوامي تنظيمن، مذهبي معاشرن، سياسي جماعتن، ذرائع ابلاغ، نجي شعبن کي هڪ جهڙو ذميدار قرار ڏئي ٿي. هو اهڙي عوامي بحث جو آغاز ڪن ۽ باقاعده مهم هلائن جنهن سان جنس جي متعلق امور تي ڪليل عام ڳالهہ ٻولهہ ٿئي.

عمومي رويہ زير بحث اچن نوان تصورات جنم وٺن ۽ جائزو ورتو وڃي تہ مرد ۽ عورت جي مساوات تي ڪيتري حد تائين عمل ٿي سگهي ٿو، وري شعبہ تعليم ۾ ڪم ڪرڻ وارن کي رسمي ۽ غير رسمي ذريعا اختيار ڪري سڄاڳي

پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اهڙي طرح بين الاقوامي تنظيمن آئي ايم ايف ورلڊ ٽريڊ آرگنائيزشن گروپ آف سيون ۽ ٻين بين الاقوامي ادارن کي جنس جي مساوات جو فيصلہ سازي جو اهم حصہ بنائڻ گهرجي.

## تجزيو

عورتن جي اختيار ۽ اقتدار ۾ اضافہ هرهڪ فورم تي پنجاه فيصد نمائندگي اسقاطِ حمل جو حق، توليدي خدمات ۽ گهريلو خدمات تي معاوضہ طلب ڪرڻ هم جنس پرستي کي قانوني جواز مهيا ڪرڻ ۽ مساوات مرد ۽ عورت جو نعرو ڇا اهي سڀ ويهين صدي جا پُرفريب نعرا نہ آهن. عورت آخر ڪهڙو اقتدار گهري رهي آهي ڇا ماءُ جي حيثيت سان هو معاشري جو قوت وارو ڪردار نہ آهي؟ ڇا زال هئڻ جي حيثيت سان هو پنهنجي مڙس جي مشير ۽ شريڪ سفر نہ آهي؟ هو تہ گهر جي مالڪياڻي آهي. پيڻ ۽ ڌي جي محبت وڏن وڏن سنگدلن کي پگهاري ڪري ميڻ ڪري ڇڏيندي آهي. ڪير ٿو چوي تہ مسلمان عورت طاقتور نہ آهي يا مرد مٿاهون آهي ۽ عورت گهٽ آهي اهي سمورا مسئلا مغربي معاشرن جا ٿي سگهن ٿا مگر دينِ اسلام بذاتِ خود محسن نسوانيت آهي. اهو تہ 1400 سال اڳي عورت کي بنا گهرڻ تي ايترا وڏا حق عطا ڪري چڪو آهي. جنهن جي لاءِ مغربي عورت اڄ ڪستو ڪٽي دردر تي پني رهي آهي. مظاهرن، هڙتالن، جلوسن، سيمينارن ۽ ڪانفرنس جي ذريعي پنهنجا جائز حق گهرندي گهرندي بغاوت جي وات تي هلي پئي آهي. لهذا اسان وٽ خواتين جي حق تلفين ۽ ان کي حقن سان بهره ور ڪرڻ جون ڳالهيون تمام دل کي ڌڪوئيندڙ ڪيون وڃن ٿيون. اهي دراصل اسلام جي خانداني نظام ۽ اخلاقي اقدار کي پاڙان ڪيڍي ڪري ڪفر جي نظام کي ان تي مسلط ڪرڻ جي سازش آهي ۽ اهي ڳالهين ڪرڻ وارا بہ اهلِ مغرب جا ايجنٽ آهن.

دراصل ڪانفرنس جي محرڪين کي عورتن جي معاملات سان ڪابہ دلچسپي نہ آهي. جيڪڏهن واقع ائين هجي تہ ڪشمير، فلسطين، چيچنيا، بوسينيا، ڪوسوا، اراڪان ۽ ٻين خطن ۾ رهڻ وارين خواتين جي جبري عصمت

دري جي خلاف ضرور آواز بلند ڪئي ويندي. اهڙي طرح خواتين جا ٻيا به گهڻيئي حقيقي مسئلا آهن مگر اهي انهن جي ايجنڊي ۾ نه اهن. انهن جي توجه ته صرف انهن خرافاتن تي مبذول رهي جنهن تي خود خواتين به تباه هجن ۽ انهي سان معاشرو به درهم برهم ٿي ويندو.

حيرت ته انهي ڳالهه جي آهي ته مغرب جي پريشان عورت اسلام جي ٿڌي ڇانو هيٺ ڳولي رهي آهي، مگر خود مسلمان عورت کي انهي تباهي جي راه تي جبرا ۽ حڪما آندو پيو وڃي.

خواتين جي تمام ادارن ۾ پنجاه فيصد نمائندگي به اهڙي طرح هڪ ناقابلِ عمل تجويز آهي. مثلا انهي حڪم جي تحت جنرل پرويز مشرف صاحب بلدياتي ڪائونسل ۾ خواتين جي پنجاه فيصد نمائندگي جو حڪم ڏيندي چيو ته خواتين جي عدم شرڪت جي صورت ۾ يونين ڪونسل ۾ انهن جون چار ئي نشستون خالي رکيون وينديون. ٻين الفاظن ۾ يونين ڪائونسل جي 8 ماڻهن جي بجاءِ صرف 5 (مرد افراد) سان ڪم کي هلايو ويندو. زميني حقائق هي آهن، چند وڏن شهرن کي ڇڏي ڪري عام ڳوٺن ۽ ديهن ۾ عورت ڪنهن دفتر بينڪ ڊاڪخانه ريلوي آفيس وغيره ۾ نظر نه ٿي اچي. وري يونين ڪونسل جي مميبر جون ذميداريون انهي نوعيت جون هونديون آهن، عموما عورت انهي کان بخوبي عهده برآ نه ٿي ٿي سگهي. انهي سان ترقي جي رفتار به سست هوندي آهي. مگر انهيءَ سان گڏ مخلوط معاشرت سان گهڻيئي نيون الجهنيون پيدا ٿينديون.

مسلم ملڪن کي ڇڏيو خود مغربي ملڪن جو ڇا حال آهي. آمريڪا جي پوري دور ۾ هاڻي اچي ڪري هڪ خاتون ميڊلين البرائٽ وزير خارجه بنجي سگهي آهي. اڄ تائين ڪابه خاتون امريڪي صدر نه ٿي آهي. اهڙي طرح انتهائي ترقي يافته ۽ تعليم يافته معاشرن ۾ مجموعي طور تي عورتن جي شرڪت جي گهٽائي ٿي ويئي آهي. مگر مغربي ملڪن ۾ ته نقشه گهٽو بدليل آهي. جڏهن حقائق جي دنيا انهي فريب جو پردو چاڪ ڪري رهي آهي ته انهي کي پوءِ زبردستي يو اين او جي ڪفر تي مبني يهودي نظام کي مسلم ملڪن تي مسلط ڪرڻ تمام وڏي گمراهي نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟

# خاتون خانہ جي گھريلو ڪمن ۾ توليدي

## خدمت تي محنت جو معاضو:

اهو مطالبو بہ انتهائي شرمناڪ آهي. عورت پنهنجي گهر جي ملڪه آهي تہ مرد مشڪل ۾ مشڪل ڪم ڪندو آهي. يعني ٻاهر جو گرم سرد موسم جون تلخيون ۽ صعوبتون برداشت ڪري ڪمائي پنهنجي محنت مزدوري عورت جي هٿن ۾ ڏيندو آهي، هو انهي ڪي پنهنجي صوابديد جي مطابق خرچ ڪري ۽ سڄو نظم ۽ نسق هلائي چا مرد انهي کي پنهنجو مزدور سمجهي ڪري اها رقم ان جي حوالي ڪندو آهي؟ عورت پنهنجي ٻارن جي پرورش ڪندي آهي. انهن کي جنم ڏيندي آهي تہ ان جي پنهنجي نفسيات راحت وٺندي آهي. هر عورت ٻچن کان بغير پنهنجو پاڻ کي نامڪمل ۽ اڌوري سمجهندي آهي. ان جي مامتا جو اهو تقاضا هوندو آهي تہ ان کي ٻار پيدا ٿئي، اهڙي طرح ان جي ذات جي تڪميل ٿئي پوءِ ڪٿي ان جي ٻار کي ڪو ٻيو چونہ پالي. هو ان جو لخت جگر آهي ان جو گوشت پوست آهي، ٻار جي خوشي ان جي پنهنجي ماءُ جي خوشي آهي. ٻار جي بيماري سان خود عورت بي چين مضمحل ٿي ويندي آهي. آخر هو پنهنجي ٻچي کي جنم ڏيڻ ۽ پرورش ڪرڻ ۽ ان جي تعليم ۽ تربيت ڪرڻ ۾ جيڪا فرحت ۽ سچي خوشي محسوس ڪندي آهي. دنيا جي ٻي ڪهڙي شي ان جو نعم البدل بنجي سگهي ٿي؟ چا توهان حقيقي والده کي نوڪر بنائي رکڻ چاهيو ٿا. جذباتي مطالبو ڪرڻ، تحريرون ۽ مضمون لکي ڏيڻ تہ ٻي شي آهي. مگر زميني حقائق بلڪل مختلف آهن خصوصا پاڪستاني عورت تہ پنهنجي معاشري ۾ تمام گهڻو غالب ۽ مقتدر آهي تہ مرد پنهنجي سموري ڪمائي آڻي ان جي هٿ تي رکندو آهي پوءِ پنهنجي ننڍي وڏي ضرورت جي لاءِ ٻہ عورت کان وقت بہ وقت گهرندو هوندو آهي.

هاڻي خود سوچي وٺو تہ مسلمان خاتون جي لاءِ ماءُ بنجڻ جو اعزاز وري تربيت اطفال جي ذميداري دنيا ۾ سڪون ۽ طمانيت جو باعث آهي ۽ عاقبت ۾

عظيم اجر ۽ ثواب جو باعث. ان جي جڳهه دفترن ۾ ملازمت ڪري يا مردڪان ان خدمت جو معاضو طلب ڪري چند سڪا حاصل ڪري وٺڻ باعثِ فخر ۽ اعزاز آهي؟ يا ان جي مامتا جي منهن تي زبردست چماٽ؟

۽ هي جو سيڪس فري معاشرو قائم ڪرڻ جي ڳالهه آهي ڇا اهو مرد هئڻ يا عورت هئڻ جو شعور ختم ڪرڻ چاهين ٿا؟ اهو شعور يا جبلت تہ حيوانن ۾ بہ موجود آهي. نر جانور ذميدارين کان آگاه هوندو آهي، جيڪڏهن انهي مان اهو مراد آهي تہ عورت هر اهو ڪم ڪري سگهي ٿي جو مرد ڪندو آهي انهي ڪري انهي ۾ ڪوبہ امتياز نہ هئڻ گهرجي تہ پوءِ بہ مهمل اصطلاح آهي. ڇا واقع عورت مرد جي محتاج نہ آهي. ڇا واقعي عورت هر اهو ڪم ڪري سگهي ٿي جيڪو مرد ڪندو آهي. ۽ ڇا واقعي مرد بہ اهو ڪم ڪري سگهي ٿو جيڪا عورت جي ذميداري قدرت بنائي آهي؟ يا وري انهي سان مرد خواتين هم جنس پرست، مرد هم جنس پرست ۽ شادي کان بغير گڏ رهڻ وارا جوڙا آهن، جيڪي جنس جي هر ذميداري کان آزاد رهڻ چاهين ٿا. گهٽ ۾ گهٽ راقم کي انهي اصطلاح جو مفهوم سمجهه ۾ نہ اچي سگهيو. مراد مخنث حضرات جو معاشرو پيدا ڪرڻ مقصود آهي. جيڪو ناچ گانا ۽ نخرائي چاٽندو هجي، نہ اهو مردن جون ذميداريون ادا ڪري سگهي نہ عورتن جا فرائض ادا ڪري سگهي ۽ اهڙي طرح تمدن کي زبردست تباهي سان دوچار ڪرڻ چاهيندا آهن. غالبا انهي لاءِ زنا جي آزادي ۽ اسقاطِ حمل جي آزادي طلب ڪئي وڃي ٿي ۽ هم جنس پرستي کي فروغ ڏنو پيو وڃي.

دستاويز جو هڪ نادر نسخو مڙسن جي هٿان زالن جي جبري عصمت دري آهي، جنهن کي هو Rape Marital جو نالو ڏيندا آهن. مڙسن جي هٿان زالن سان جنسي زيادتي کي ختم ڪرڻ لاءِ فيملي ڪورٽ جي ذريعي مناسب قانون سازي ڪري مردن کي سزا ڏيارڻ جي سفارش ڪئي ويئي آهي.

پوءِ وري انهن اسلام جي قانون وراثت تي خط نسخ ڦيرڻ جو سامان ڪيو آهي. دستاويز ۾ واضح طور هدايتون موجود آهن تہ قانون سازي ۽ اصلاحات جي ذريعي جائيداد ۽ وراثت ۾ مرد ۽ عورت جي مساوي حقوق يقيني بنائڻ جي لاءِ

اقدامات ڪيا وڃن يعني عورت کي لازما مرد جي برابر وراثت ڏني وڃي. پاڪستاني وفد سان غيرت جي قتل جي باري ۾ بحث مباحثہ ٿيو.

مگر پاڪستاني وفد غيرت تي قتل جي جرم تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. انهن جو موقف هي هو تہ مغرب ۾ بہ جذبايت جي تحت قتل هوندا آهن. مگر انهن کي جرم تسليم نہ ٿو ڪيو وڃي. اسان وٽ جذبات واري قتل کي غيرت جو قتل قرار ڏنو وڃي ٿو لهذا اهو جرم نہ ٿو ٿي سگهي.

ڇا عورت مجرم عورت آهي، جنهن کي مرد جي بمقابل ڪڙو ڪيو ويو آهي ۽ ان جي دل ۾ مرد جي خلاف زبردست نفرت وڌي وڃي ٿي. حالانڪہ مرد ان جو پيءُ آهي پاءُ آهي مڙس آهي ۽ پٽ آهي. ڇا هو پنهنجي انهن عزيز ترين رشتن تان دستبردار ٿيڻ لاءِ تيار آهي. ڇا هو خود پيءُ پٽ پاءُ جو ڪردار ادا ڪندي؟ ان جي نفسيات ۽ ان جو جسماني نظام پڪاري پڪاري چئي رهيو آهي ائين ٿيڻ ناممڪن آهي تہ پوءِ اها سموري راند ڇالاءِ؟

مغرب وارا انهي بناروڪ ٽوڪ جنسي آزادي جا ڪجهہ نتيجا ڏسي چڪا آهن. گهر برباد ٿي ويا پوڙها ماءُ پيءُ اولڊ هومز جي زينت بنيا. ٻار Day care centers ۾ پلجڻ لڳا. بحر محبت دريائن جي ڪناري ڇوليون هٽڻ لڳا. هوٽل ۽ پارڪ آباد ٿيا. اسپتالن ۾ ٻار ڄمڻ ۾ موت جو فرض سنڀالي ورتو. اهو صرف آزادي نسوان جو ڪجهہ اعجاز آهي. هاڻي عورتن کي 50 فيصد نمائندگي ڏيئي ڪري ۽ اسقاطِ حمل ۽ هم جنس پرستي جو وڏيڪ بنيادي حق ڏيئي ڪري انهي کي طاقتور بنائڻ مقصود آهي تہ اهو ڊرامون کهڙو سين ڏيکاريندو؟

بقول اقبال،

نسوانیت زن کا نگہبان ہے فقط مرد

هاڻي عورتون مردن کي وڇ مان ڪيڍي ڪري چند سڪا ڪمائي وٺنديون مگر اهي سڪا عزت آبرو ناموس تمدن ثقافت عفت ۽ عصمت ۽ شرم و حيا جهڙي اقدار جو گلو گهٽجي ويندو ۽ عالمِ انسانيت وسيع ترين جنگل جي حيثيت اختيار ڪري ويندو.

مغرب ۾ اها تمام بربادي فطري انداز ۾ آئي آهي. هاڻي انهن تمام

خانمَان بربادين کي يو اين اي جي ذريعي ساري دنيا تي مسلط ڪرڻ چاهين ٿا. اهو ڪيترو وڏو ظلم ۽ ناانصافي آهي؟

## ڪانفرنس جو انعقاد

ڪانفرنس جو ايجنڊا ته سڄو پهريائين تيار ٿي چڪو هو. انهي موقعي تي صرف 5 تا 10 منٽن جي نمائشي تقريرن ۾ انهي ايجنڊا جي توثيق ڪرڻ مقصود هو. بهرحال اها ڪانفرنس 5 کان 9 جولائي تائين منعقد ٿي. انهي ۾ مسلمان ملڪ شامل ٿيا. روزنامه "نواءِ وقت" 10 جولائي تي انهي ۾ لکيو "نيويارڪ ۾ عورتن جي جنسي حقن جي مسئلي تي اسلامي ممالڪ ۽ رومن ڪيٿولڪ ممالڪ هڪ ٿي ويا. جنسي حقوق (جنهن جو نالو بيجنگ ڪانفرنس ۾ بدلائي ڪري بنيادي حقوق قرار ڏنو ويو) ۾ اسقاطِ حمل ۽ مرضي سان ٻار ڄڻڻ جو حق به شامل آهي. ايران، ليبيا، سوڊان ۽ پاڪستان کان علاوه رومن ڪيٿولڪ ملڪن جي طرف کان به هن ڪانفرنس ۾ شديد تنقيد ڪئي ويئي. محض انهي لاءِ ته انهن انهي دستاويز جي مخالفت ڇو ڪئي؟ غيرت جي قتل جي موضوع تي به خوب بحث ٿيو مگر بهرحال انهي کي به جرم تسليم ڪرڻ جي ڀرپور مخالفت ڪئي ويئي. (روزنامه نواءِ وقت 10 جولائي 2000ع)

حالانڪه اها ڪانفرنس شديد مخالفت جي باعث ڪنهن نتيجي جي پهچڻ جي بغير ختم ٿي ويئي. صرف عورتن جي تعليم ۽ بهتر صحت جي سهولتن تي ئي اتفاق راءِ ٿي سگهيو. حسنِ اتفاق هي آهي ته خود رومن ڪيٿولڪ چرچ به ابتدائي کان بيجنگ ڪانفرنس جي ايجنڊا جي مخالفت ڪئي هئي. انهي ڪانفرنس ۾ به انهن جنسي آزادي ۽ اسقاطِ حمل جهڙي فضولي ايجنڊا جي کلي ڪري مخالفت ڪئي. علاوه ازين عوامي جمهوريه چين به انهن سفارشن جي مخالفت ڪئي. حالانڪه ڪانفرنس جي واپسي تي خواتين جي صوبائي وزير شاهين ۽ عتيق الرحمان رپورٽ پيش ڪئي.

"چين ۽ ڪتولڪ عيسائي ملڪن به مسلم ملڪن جي موقف جي انهي بنياد تي ڀرپور حمايت ڪئي ته عالمي ڪانفرنس ۾ مسلم ملڪن جي حمايت

سان مغربي اين جي اوز جي اسقاطِ حمل ۽ جنسي آزادي جي سفارشن کي مسترد ڪرايو ويو. لابنگ سان پاڪستاني عورت جي خلاف ڪيل پروپيگنڊا غلط ثابت ٿيو. اسان جي وفد کي هر سطح تي ڀرپور نمائندگي ملي. ڀارت جي مقابلي ۾ اسان جو سرڪاري وفد اگرچہ مختصر هو مگر پنهنجي ڪارڪردگي جي بدولت اهو وفد ڪانفرنس تي حاوي رهيو. اسان ڪانفرنس ۾ٻڌايو تہ پاڪستاني عورت تي تشدد ۽ دٻاءُ جا الزامات غلط آهن. اهو محض پروپيگنڊه جو حصہ آهن. اسان جي عورت ترقي جي ڊوڙ ۾ شامل آهي. انهن کي تمام بنيادي حق ۽ شهري آزاديون حاصل آهن.

اين جي اوز پروگرام جي ڪاروائي ۾ حصو وٺڻ جي بجاءِ ذاتي گفتگو ۾ مصروف رهڻ جي باعث ناڪام ٿي ويئي. (روزنامہ نواءِ وقت 16 جون 2000ع)

بهرحال انهي پنج ڏينهن جي ڪانفرنس ۾ 180 ملڪ شامل ٿيا. پورو وقت ڊگها بحث مباحثہ ٿيندا رهيا. ڪافي مندوبين کي جنسي آزادي اسقاطِ حمل ۽ نون بالغن ٻارن کي جنسي تعليم ڏيڻ جي نڪتن تي اتفاق نہ هو. اهڙي منتظمين جي اها خواهش پوري نہ ٿي سگهي جو هو تمام شقن تي جلد ئي ميمبر ملڪن کان دستخط ڪرائي وٺندا.

حالانڪہ انهي موقعي تي اين جي اوز اتفاق راءِ سان فيصلو ڪيو تہ هو پنهنجي جدوجهد جاري رکندا ۽ جن حڪمن کي اڄ متنازعہ فيصلہ قرار ڏنو ويو بالاخر هو دنيا ڀر کان مطالبات مڃرائڻ ۾ جلد ڪامياب ٿي ويندا.

## مقام غور ۽ فڪر

گذريل عورتن جي ڪانفرنس ۾ اسلامي حڪومت جي نمائندن پنهنجي مذهبي تعليمات عقيدي ۽ ايمان جي صريحا منافي احڪام جي مزاحمت نہ ڪئي هئي، مگر چند تحفظن جو اظهار ڪري ڇڏڻ ڪافي سمجهيو. جڏهن تہ موجوده ڪانفرنس جي ايجنڊا انهيءَ ڪفر جي نظام کي جبرا رکن ملڪن تي مسلط ڪرڻو هو. لهذا ديني جماعتن علماءَ ۽ امت جي اهلِ فڪر و نظر اصحابِ پنهنجي پنهنجي حڪومتن کي خوب سمجهايو ۽ بغير سوچي سمجهي انهي

ڪانفرنس جي ايجنڊا تي دستخط ڪرڻ جي خطرناڪ عواقب کان انهن کي آگاه ڪيو ته الله تعاليٰ جي مدد به اچي پهتي. اهڙي طرح اهو شيطاني ۽ يهودي منصوبه وقتي طور تي پنهنجي موت پاڻ مري ويو. فالحمدلله مگر ان جي خلاف ڏگهي منصوبه بندي ڪرڻ گهڻو ضروري آهي. اقوامِ متحده جي نمائندي بار بار ايجنڊا کي اسان جي مٿان مسلط ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا. جهڙي طرح اقليتن جي مسئلي تي توهينِ رسالت جي موضوع تي قتل غيرت جي نالي تي دهشت گردي جي خاتمي جي عنوان تي بار بار اسان کان مطالبه ڪيا ويندا آهن. انهن موضوعن تي ٿيڻ واري پيش رفت جو سوال بار بار مختلف فورمن تي اٿاريو وڃي ٿو. جنسي آزادي اسقاطِ حمل ۽ پنجاه في صد خواتين جي نمائندگي جي مسئلي کي بار بار اٿاريندا رهندا. لهذا اسان کي مسلسل هوشيار رهڻ جي ضرورت آهي.

انهي ڳالهه جي اشد ضرورت آهي اسان وٽ غور و فڪر جي مختلف فورم ٺهن جنهن ۾ محض تقريرون نه هجن. انهن عالمي ادارن ۾ پيش اچڻ وارا عالمي چئلنج جو جواب اسين ٺوس انداز ۾ ڏيئي سگهون. اهو فرض اسان امت مسلمه جي فرد جي حيثيت سان به عائد ٿئي ٿو ۽ هڪ عام مسلمان جي حيثيت سان به. ٺوس بنيادن تي ڪم ڪرڻ کان سواءِ اسان انهن طوفانن جو رخ نه ٿا موڙي سگهون.

جيڪڏهن موثر مزاحمت نه ٿي ته اها انسانيت دشمن ايجنڊا "توهان جي بربادي جا مشورا آهن، يو اين او جي ايوانن ۾" جي مصداق اسان جي موت جو پيغام هوندو. جڏهن مسلمان کي جبرن اسلام ۽ اسلامي تعليمات کان روڪي عالمي سطح تي نيست ۽ نابود ڪيو ويندو. عراق ۽ ڪيوبا جهڙي اقتصادي پابنديون طاقت جو استعمال جهڙن هٿڪنڊن کي استعمال ڪيو ويندو ته.

ہے جرمِ ضعیفی کی سزا مرگِ مفاجات

(1) اها نيڪي بدي گناهه ثواب حلال حرام جي بجاءِ نئين عالمي فرمان جي مطابق اهو صواب مڃڻو پوندو جنهن کي امريڪا صحيح چوندو ۽ جنهن کي هو غلط چوندو سڀ انهي کي غلط مڃڻ تي مجبور هوندا.

(2) اسان وٽ هندن واري رسم رواج جي ڪري بلاشبہ عورت گهڻن مصيبتن جي شڪار آهي. ضرورت آهي تہ انهن جون محروميون دور ڪيون وڃن اسلام عورت کي جيڪي حق ڏنا آهن انهن جي باري ۾ راءِ عامہ هموار ڪئي وڃي. عورت سان گڏ عمومي رويو بهتر بنايو وڃي. تعليم صحت ۽ وراثت حق ملڪيت حسن سلوڪ انتخاب زوج جهڙا حق جيڪي اسلام انهن کي عطا ڪيا آهن. في الواقع عورت کي اهي حق ڏيئي ڪري ان جي عزت آبرو جو احترام ڪيو وڃي. ان جي مقام ۽ مرتبہ کي معاشري ۾ بحال ڪيو وڃي.

(3) اسلام عورت کي بهترين حق ڏنا آهن. خود پنهنجي معاشري ۽ بين الاقوامي فورم ۾ ان جي وضاحت خوبصورتي سان پيش ڪئي وڃي. اڄ جي مسلمان عورت کي پنهنجي دين اخلاقي اقدار ۽ علم جي هٿيار سان مسلح ٿي ڪري. پنهنجي اسلاف سان رشتہ ڳنڍيندي اعتماد سان قدم کڻڻو پوندو. انهي لاءِ تہ اڄڻ واري صدي ۾ خواتين سان متعلق چئلنجن جو علمي ۽ عملي ٻنهي سطحن تي موثر جواب ڏيئي سگهجي.

(4) نيوورلڊ آرڊر جاري ڪرڻ کان پوءِ آمريڪا هر ممڪن مسلم ملڪن کي جدا جدا دٻائي رهيو آهي. هن کي احساس آهي تہ انهي جي آرڊر کي صرف اسلام ئي چيلنج ڪري سگهي ٿو. انهي ڪري آمريڪا ۽ يهودي مسلمانن کي مسلسل ڪمزور ڪرڻ ۽ تقسيم در تقسيم ڪرڻ جي سازشن ۾ مصروف آهن. لهذا جلد از جلد مسلمانن کي متحد ٿي ڪري پنهنجي يونين قائم ڪرڻ گهرجي يا تہ سلامتي ڪائونسل ۾ پنهنجي اڪثريت جي بنياد تي ٻہ ئي مستقل ووٽ حاصل ڪري ورنہ پنهنجو مسلم بلاڪ الڳ تشڪيل ڏنو وڃي. پنهنجي ڪردار ۽ جهاد جي ذريعي پنهنجي طاقت مڃرائين ۽ اتحاد جي ذريعي نہ صرف پنهنجي دين جو تحفظ ڪن. بلڪ مصيبت زده انسانن تائين اسلام جو جان بخش ۽ روح پرور پيغام پهچائين. اسلام جي خلاف زهريلي پروپيگنڊه جو توڙ ڪن پنهنجي نيوز ايجنسي قائم ڪن. پنهنجو مسلم ٽيليوزن نيٽ ورڪ قائم ڪن. مظلوم ڀائرن جي مدد لاءِ بين الاقوامي مسلم فوج تشڪيل ڏيئي ڪري هر جڳهہ تي دشمن جو ڀرپور مقابلو ڪن اهو رستو اسان جي لاءِ ڪاميابي ۽

ڪامراني جو ضامن آهي.

مقامِ مسرت آهي تہ انهي موقعي تي پاڪستان جو سرڪاري وفد انهي ڳالهہ تي زور ڏيندو رهيو تہ هو پنهنجي اسلامي روايات جي خلاف ڪوبہ ايجنڊا قبول ڪونہ ڪندو. ڇوتہ اسلام ۾ خواتين جي سياسي ۽ معاشي ترقي جي لاءِ نمايان ڪردار موجود آهي. محترم زبيده جلال انهي عزم جو بہ اظهار ڪيو تہ اسين انهيءَ مسئلي تي او آئي سي جي تمام رڪن ملڪن کي بہ اعتماد ۾ وٺي رهيا آهيون. انهيءَ لاءِ تہ معاشري جي روايات اسان تي مسلط نہ ڪري سگهجي. ضرورت انهي ڳالهہ جي آهي حڪومت پنهنجي انهي عزم تي قائم رهندي پوري اسلامي دنيا کي مغرب ۾ وڌندڙ ثقافتي ۽ تهذيبي يلغار جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ۽ اهو واعدو صرف صفحہ قرطاس جي زينت بنجي بلڪہ ان کي عملي جامہ پهرائي ڪري امتِ مسئلہ جي حقيقي فلاح ۽ بهبود جو ڪم سرانجام ڏنو وڃي.

سنا ہے میں نے غلامی سے امتوں کی نجات
خودی کی پرورش و لذت نمود میں ہے!

اقبال

سخت باریک ہیں امراض کے اسباب
کھول کر کیسے تو کرتا ہے بیان کوتاہی!

# گلوبلائيزيشن ۽ لوڪلائزيشن جا پس پرده عزائم

ماهنامہ "ساحل" ڪراچي گلوبلائيزيشن ۽ لوڪلائيزشن
موجوده عالمي مهم ۽ پاڪستان ۾ حڪومتي اختيارات جي
مقامي سطح تي منتقلي جي پروگرام جو جائزو وٺندي انهي
سلسلہ ۾ ٻہ اهم تجزياتي رپورٽون شايع ڪيون آهن. جنهن ۾
"ساحل" جي شڪريہ سان گڏ قارئين جي خدمت ۾ پيش ڪيو
وڃي ٿو. ديني جماعتن جي قائدين ۽ ڪارڪنن کي بطور خاص
اسان جي گذارش آهي تہ هو انهن رپورٽن جو گهري سنجيدگي
سان مطالعہ ڪن ۽ انهي اهم مسئلي تي راءِ عامہ جي رهنمائي
جي طرف فوري توجہ ڏين. (اداره)

عصرِ حاضر جي مغربي استعمار جون ٻہ نيون اصطلاحات "گلوبلائيزيشن" ۽ "لوڪلائزيشن" هن وقت پاڪستان جي هر لکيل پڙهيل فرد جو موضوع گفتگو آهن. اصطلاحات جي هڪ خاص تاريخ، خاص پس منظر، خاص فلسفہ ۽ خاص تهذيب آهي. انهي پسِ منظر کان واقفيت جي بغير اهي اصطلاحات بظاهر نهايت بي ضرر غير مهلڪ تير بہ هدف ۽ نهايت ڪارآمد نظر اچن ٿيون. ليڪن حقيقت ۾ ائين نہ آهي. الميو هي آهي تہ پاڪستان ۾ لکڻ پڙهڻ جي روايت ڪيئي سال اڳ ختم تي چڪي آهي. انهي ڪري ميدانِ صحافت ۾ بہ هاڻي دانشور باقي نہ رهيا آهن بلڪہ هاڻي صرف ڊنڊوورائي ۽ طلائي قسم جا ماڻهو باقي وڃي رهيا آهن. جيڪو هر نون خيالن نون لهرن نون لفظن نون اصطلاحن کي بنا سوچڻ سمجهڻ جي هن بدقسمت قوم جي ڪاوڙيل قسمت سا ن وابستہ ڪري ڇڏيندا آهن. ان جو نتيجو اهو آهي جو "مقاميت" جي اصطلاح جي ضمن ۾ اسان جون اخبارون جنرل تنوير نقوي جي حمايت ۾ پريون پيون آهن. حمايت ڪرڻ وارن کي اهو اندازو ئي نہ آهي تہ ضلعي حڪومتون ڪهڙي قيامت جون خبرون آڻيندون ۽ ان جي تنيجي ۾ پاڪستان جي قومي

رياست ڪيئن ذرو ذرو ٿي ويندي. ساحل انهن اصطلاحن جي حوالي سان خصوصي اشاعت پيش ڪري رهيو آهي. انهي لاءِ ته قارئين کي انهن اصطلاحن جو تاريخي پس منظر ان جو فلسفه ان جا مقاصد اهداف ۽ منزل بابت تفصيل سان معلومات مهيا ڪيون وڃن. لوڪلائيزيشن ۽ گلوبلائيزيشن جي عالمي استعماري منصوبه نوان نه آهن تاريخ جي سفر ۾ وقتا فوقتا اهڙا منصوبه ماضي ۾ به ڳولي سگهجن ٿا.

اوڻويهه صدي ۾ انگريزن بالڪل اهڙي طرح پهريائين اسان جا مرڪزي رياست کان اختيار ڦري نوابن کي ۽ راجائن جون پاليسيون ۽ رجواڙن کي مغل سلطنت جي مقابلي ۾ ڪڙو ڪيو. مرڪزي رياست کان اختيارات ڦري نوابن کي بااختيار بنائڻ جي حڪمت عملي جي ذريعي اصل اختيارات رياستن کي منتقل نه ٿيا. بلڪ انگريزي استعمار کي منتقل ٿيا. اهڙي طرح اڄ پاڪستاني رياست کان اختيارات ڦري مقامي سطح تي منتقل ڪرڻ سان مقامي حڪومتون مضبوط نه هونديون بلڪ اهي اختيارات اصل ۾ عالمي استعمار ۽ ان جي ادارن کي منتقل ٿي ويندا. ضلعي حڪومت هڪ ڪاروباري ادار ي وانگر ڪم ڪندي جنهن ۾ حاڪم آجر ۽ عوام خريدار هوندي.

لوڪلائزيشن جو مطلب هي آهي ته مرڪزي حڪومت تمام خدمات جي فراهمي جي عمل کان دستبردار ٿي وڃي ۽ ان جي ذميداري ضلعي ۽ تحصيل جي سطح تي مقامي حڪومتن کي منتقل ڪئي وڃي. مقامي حڪومتون انهن خدمت جي منافع کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ انجام ڏين ۽ حڪومت جي بجاءِ تجارتي ادارو بنجي وڃي. جڪارته ۾ پاڻي جو نظام هڪ ملٽي نيشنل ڪمپني خريد ڪيو آهي. جنهن کان پوءِ پاڻي به منافع تي وڪرو ٿي رهيو آهي ۽ ماڻهو مهانگو پاڻي خريد ڪرڻ تي مجبور آهن. ضلعي حڪومت جي نتيجي ۾ اختيارات مرڪزي حڪومت کان هيٺين سطح تي منتقل هئڻ جي بجاءِ تمام اختيارات ملٽي نيشنل ڪمپنين ۽ بين الاقوامي بينڪن کي منتقل ٿي ويندا آهن. گلوبلائيزيشن ۽ لِوڪلائيزيشن هڪ سڪي جا ٻه رخ آهن چوته ٻئي اعمال جي ذريعي اصل اختيارات مرڪزي رياست کان عالمي استعماري ادارن ۽

ملڪن کي منتقل ڪيا وڃن ٿا. حڪومت ضلعي حڪومت جي قيام کان پهريائين مرحلي ۾ ملڪ جي منتخب ضلعن ۾ بلدياتي انتخابات جي انعقاد جو فيصلو ڪيو آهي. ضلعي حڪومتون ڇا آهن؟ انهي نظامِ حڪومت جو فلسفو ڇا آهي؟ ان جي تاريخ ڇا آهي؟ انهي کي سمجهڻ لاءِ اسان کي عالمي استعمار آمريڪا ۽ ان جي حليف عالمي مالياتي طاقتن يعني آئي ايم ايف عالمي بينڪ ۽ ديگر مالياتي ادارن جي فلسفي، اصطلاحات ۽ مغربي تهذيب ۽ ان جي فلسفي کي چڱي طرح سمجهڻو پوندو. انهيءَ کي سمجهڻ کان بغير اسين ضلعي حڪومت جهڙي بظاهر بي ضرر معاملات کي سمجهڻ کان قاصر رهنداسون. عموما اسان جي ديني ۽ سياسي حلقن جي طرفان ضلعي حڪومت جي صوبي جي منظر ۽ مضبوط مخالفت اڃان تائين نه ڪئي ويئي آهي. بلڪ انهي جي اختيارات جي هيٺين سطح جي تقسيم جي مغربي فلسفي جي تناظر ۾ هڪ عظيم الشان پيش قدمي سمجهيو وڃي پيو. مگر ديني جماعتن جي طرف کان ضلع جي سطح تي مرد ۽ عورتن لاءِ مساوي نشستن جي اعلان جي ڀرپور مذمت ڪئي ويئي آهي. جنهن جو مقصد Edfeminization جي ذريعي خانداني نظام کي تهس نهس ڪرڻو آهي. مغرب جي ڪنهن به ملڪ ۾ هيٺين سطح تي ڪنهن به انتخابات ۾ به جنسي بنياد تي نشستن جي تقسيم نه آهي. هر جنس کي اختيار آهي هو انتخابات ۾ آزادانه حصو وٺي. مگر اسان جا حڪمران مغرب کان ڪيترائي قدم اڳتي وڌي ڪري رياستي جبر جي طاقت سان عورت ۽ مرد کي هڪ ٻئي جي مد مقابل آڻي مقابلي جي ڪيفيت پيدا ڪري معاشري مان اخلاقي اقدار کي رخصت ڪرڻ چاهيندا آهن. عورتن کي گهر مان جبرن ڪڍي ڪري ترغيب، تحريص جي تحت پنهنجي چار ۾ گرفتار ڪري انهن کي مردن جي آمهون سامهون آڻڻ جو بنيادي مقصد ڳوٺن ۽ تعلقه جي سطح تي اڃ به موجوده مضبوط خانداني نظام کي تباه ۽ برباد ڪرڻو آهي. ان جي نتيجي ۾ مغربي تهذيب کي غلبه حاصل هجي. عالمگيريت (گلوبلائيزيشن) کان پوءِ لوڪلائيزيشن جي حوالي سان مغربي تهذيب جو زبردست هٿيار سمجهيو وڃي ٿو. انهي مقابلي ۾ ڊاڪٽر جاويد اڪبر انصاري ۽ علي محمد رضوي جا مضمون

معلومات جا نوان راز ظاهر ڪندا آهن.

انهن مضمونن مان صورتحال جو هڪ اهڙو رخ سامهون ايندو جيڪو اڄ تائين عام ۽ خاص ماڻهن کان مخفي آهي.

# ضلعي حڪومتن جو عالمي استعماري منصوبو

## (علي محمد رضوي)

هن مضمون ۾ اسين گلوبلائيزيشن ۽ لوڪلائيزيشن جي استعماري منصوبن کي اهڙي طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون جو پاڪستاني رياست کي تباه ڪرڻ جي استعماري ڪوشش اسان تي ظاهر ٿي وڃي. آخر ۾ اسان استعمار جي انهن منصوبن سان مقابلو ڪرڻ جي لاءِ چند تجويزون به پيش ڪنداسون.

### استعمار جو منصوبہ ڇا آهي؟

ايڪويهه صدي جو مغربي استعمار چاهي ٿو ته قومي رياستون ڪمزور هجن. قومي رياست کي ڪمزور ڪرڻ استعمار جي معاشي ۽ دفاعي استحڪام جي لاءِ ضروري آهي. اها حڪمت عملي ويهين صدي جي استعماري حڪمت عملي کان مختلف آهي. ويهين صدي ۾ استعمار ٽين دنيا ۾ مضبوط رياستن جي قيام کي برداشت ضرور ڪيو هو. اڄ استعمار مضبوط قومي رياستن کي برداشت نه ٿو ڪري سگهي ان جي معاشي وجهه هي آهي سرمايه داري جي لاءِ سرمايه جو بلاروڪ ٽوڪ بهاءُ اڄ انتهائي اهم ٿي چڪو آهي. مضبوط رياست سرمائي جي انهي سلسلي تي روڪ ٽوڪ عائد ڪري سگهي ٿي. اهڙي قسم جون پابنديون سرمائيداري نظام جي بلند و بالا عمارت کي انتهائي آساني سان زمين تي ڪيرائي سگهن ٿيون ان جي ٻي صورت هي آهي ته اڄ مغربي ملڪن ۾ نوجوانن جي تعداد انتهائي گهٽجي چڪي آهي. اڄ مغربي نظرين جي لاءِ جان ڏيڻ وارو ڪوبه نه آهي. انهي لاءِ مغرب ڏگهي زميني جنگون وڙهڻ لاءِ نااهل ٿيندو پيو وڃي. مضبوط قومي رياستن جو وجود مغرب جي لاءِ دفاعي خطرو بڻجي چڪو آهي. انهن ٻنهي سببن جي بنياد تي اڄ جو استعمار مضبوط قومي رياست کان خائف آهي ۽ انهن کي ڪمزور ڪرڻ چاهي ٿو. موجوده دور ۾ ڪنهن به رياست جي قوت جا ٻه سرچشما هوندا آهن.

(1) اعليٰ سياست. (2) ادنيٰ سياست.

(1) اعليٰ سياست: (High Politics) اعليٰ سياست مان مراد آهي ته رياست جي اندروني ۽ بيروني معاملات جي هر سطح تي مڪمل ڪنٽرول آهي. دراصل سياست عليا جو مطلب آهي ڪنهن به ملڪ جي خارجه پاليسي معاشي پاليسي ۽ دفاعي پاليسي آهي. ڪابه رياست انهي حد تائين قوي يا ڪمزور هوندي آهي. جنهن حد تائين هو پنهنجي خارجه پاليسي معاشي پاليسي ۽ دفاعي پاليسي ڪي متشڪل ڪرڻ، هلائڻ ۽ ان ڪي عملي جامه پهرائڻ ۾ آزاد هوندي آهي.

(2) ادنيٰ سياست (Low Politics) تي رياست جو مڪمل ڪنٽرول.

سياست ادنيٰ ۾ اهي تمام خدشات شامل آهن، جو تمام جديد رياستون ڪجهه عرصي قبل تائين پنهنجي عوام کي فراهم ڪرڻ پنهنجي مقصد وجود جو حصو سمجهندي هئي. انهي خدمات ۾ بجلي پاڻي جي فراهمي کان وٺي ڪري رستن جي تعمير تائين خدمات شامل آهن. رياست انهي خدمات جي فراهمي منافع حاصل ڪرڻ لاءِ مارڪيٽ جي نقطه نظر ڪان نه ڪندي آهي، بلڪ ا نجي بنيادي ذميداري ۽ بنيادي خدمت سمجهي ڪري بجا آڻيندي آهي. ڪنهن به رياست کي (موجوده دور ۾) پنهنجي عوام تي ڪنٽرول ۽ ان جي تابعداري انهي وقت حاصل هوندي آهي. جيستائين هو اهي خدمات پنهنجي عوام کي فراهم ڪندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن رياست ڪان اهي بنيادي خدمات فراهم ڪرڻ جي ذميداري کسي وڃي ته انهي رياست جو پنهنجي عوام تي ڪنٽرول ۽ ان جي تابعداري جو حصول ناممڪن ٿي ويندو.

موجوده رياست جي طاقت ۽ ڪمزوري جا به بنيادي اصول اسان متي بيان ڪيا آهن انهن جو تعلق رياست جي وظيفن سان آهي. هاڻي جيڪڏهن ساختي هيتئي نقطه نظر سان ڏسون ته موجوده دور ۾ اهي رياستون مضبوط ۽ طاقتور رياستون هونديون جو جاگرافائي لحاظ سان وسيع هجن آبادي جي اعتبار سان گنجان ۽ وڌندي ويجهندي هوندي، آبادي جي لحاظ سان ۽ جاگرافي جي لحاظ سان ننڍا ملڪ موجوده دورٗ ۾ ڪمزور ملڪ هوندا ۽ هو بيروني معاشي ۽ دفاعي

مخالفين جي اڳيان بي بس هوندا.

مندرجه بالا تمهيد جي نتيجه ۾ هاڻي اسين انهي مقام تي پهچي چڪا آهيون جو استعمار جي انهن منصوبن ڪي ڪوبه نالو ڏيئي سگهون. استعمار جا هيٺ ڄاڻايل ٽي منصوبه آهن.

(الف) گلوبلائيزيشن. (ب) لوڪلائيزيشن. (ج) شهري حڪومتن جو قيام.

(الف) گلوبلائيزيشن ڇا آهي؟

گلوبلائيزيشن جو مقصد هي آهي ته مرڪزي رياست سياست اعليٰ ( High Politics) کان دستبردار ٿي وڃي. مثلا جيڪڏهن پاڪستان جي تناظر ۾ انهي ڳاله جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ته گلوبلائيزيشن جو مقصد انهي کان سواءِ ڪجهه به نه آهي ته پاڪستاني رياست خارجه پاليسي معاشي پاليسي ۽ دفاعي پاليسي جي تشڪيل جي پنهنجي حق کان دستبردار ٿي وڃي ۽ انهن ذميدارين کي آمريڪي استعمار ۽ ان جي گماشته آله ڪار تنظيمن منصوبن ۽ معاهدن مثلا ورلڊ بينڪ آئي ايم ايف ڊبليو او سي ٽي بي ٽي وغيره کي منتقل ڪري ڇڏي. ظاهر آهي ته خارجه پاليسي معاشي پاليسي ۽ دفاعي پاليسي جي تشڪيل جا وظائف استعمار کي منتقل ڪري ڇڏڻ بعد پاڪستاني رياست هڪ مجبور لاچار ۽ لاغر بي بس رياست رهجي ويندي، جو استعمار جي ڪنهن به منصوبه جي مخالفت ڪرڻ جي قابل نه رهندي، پاڪستان انهن معنائن ۾ استعمار جي لوندي ۽ محتاج رياست بنجي ويندي جن معنائن ۾ اڄ خليج جون رياستون استعمار جون محتاج رياستون بنجي چڪيون آهن.

## (ب) لوڪلائيزيشن ڇا آهي؟

لوڪلائيزيشن جو مطلب هي آهي مرڪزي رياست خدمت جي فراهمي جي عمل کان دستبردار ٿي وڃي ۽ ان جي ذميداري ضلع ۽ تحصيل جي سطح تي مقامي حڪومتن کي منتقل ڪري ڇڏي. انهن مقامي حڪومتن کي هلائڻ جي ذميداري محض منتخب نمائندن جي نه هجي بلڪ ورلڊ بئنڪ جي ڊويلپمنٽ

رپورٽ براءِ 2000ع جي مطابق انهي ۾ ”پرائويٽ سيڪٽر اين جي اوز ۽ سول سوسائٽي جا ٻيا عناصر (مثلا سيڪيولر مفڪرين مدبرين ۽ ماهرين حضرات) کي بہ شامل هئڻ گهرجي انهي ڪري جنرل مشرف جي پروگرام ۾ عورتن ۽ غيرمسلمانن جي لاءِ مخصوص نشستون ايتري وڏي تعداد ۾ رکيون ويون آهن. ٻيو اهم پهلو هي آهي مقامي حڪومتون ان خدمات کي بطور خدمت جي انجام نہ ڏين بلڪ منافع حاصل ڪرڻ لاءِ ڏين مقامي حڪومتون منافع جي حصول لاءِ ڪمپنيون بنجي وڃن. جنهن جو مقصد شهرين کي بنيادي سهولتون نفع نقصان جي اصول تي بالاثر ٿي ڪري ڏيڻ نہ بلڪ گهٽي کان گهٽو منافع جو حصول هجي مقامي حڪومتون پنهنجي شيئر ۽ بانڊ ٻين ڪمپنين جي طرح مارڪيٽ ۾ وڪڻڻ لاءِ پيش ڪنديون خدمتن جي سڄي نظام کي پرائويٽ ڪيو ويندو ۽ ان جو وڏي خريدار ملٽي نيشنل ڪمپنيون هونديون ان جي مثال جڪارتہ ۾ آهي جيڪا سامهون آئي آهي جتي پاڻي جي فراهمي جو سڄو نظام هڪ ملٽي نيشنل ڪمپني خريد ڪيو آهي. ان جو نتيجو اهو هوندو تہ اختيارات مرڪزي حڪومت کان في الواقع مقامي ضلعي حڪومت کي منتقل نہ ٿو ٿئي بلڪ اصل اختيارات ملٽي نيشنل ڪمپنين جي بين الاقوامي کي منتقل هوندو آهي. انهي معنيٰ ۾ اسين چوندا آهيون گلوبلائزيشن ۽ لوڪلائزيشن ئي هڪ سڪي جا ٻہ رخ آهن ڇو تہ ٻئي اعمال جي ذريعي اصل اختيارات مرڪزي رياست کان استعمارکي منتقل هوندا آهن.

## (ب) شهري حڪومتن جو قيام

گلوبلائزيشن ۽ لوڪلائزيشن جو حتميٰ هدف سنگاپور ۽ هانگ ڪانگ جي طرز جي حڪومتن جو قيام آهي. سنگاپور هانگ ڪانگ پاناما مڪاو ڪوستاريڪا جهڙا علائقہ شهري رياستون حڪومتن جي حقيقت واضح ڪندا آهن. اهي تمام شهري مقامي حڪومتون عالمي سرمايہ جي مهمل هونديون آهن ۽ اعليٰ سياست يعني خارجہ پاليسي دفاعي پاليسي ۽ عمومي معاشي پاليسي جي مسائل سان ان حڪومتن جي قيام سان گڏ ان جي رياستن ۽ ان شهرين سان

ڪاٻه دلچسپي نه رهندي آهي. اهي شهري رياستي حڪومتون گهڻ ۽ منافع جي رول ۾ ڊوڙ ڊڪ ڪرڻ واريون ڪمپنيون زياده هونديون آهن ۽ ان جا شهري شهري گهڻ؟ زياده هوندا آهن ڪراچي لاهور حيدرآباد پشاور ڪي مضبوط پاڪستان جا دل ۽ جگر نه گهرجي جو جهاد ڪشمير جهاد افغانستان ۽ استعمار جي خلاف جدوجهد جي لاءِ سيسه پلائي ديوار بنجي سگهي ان ڪي اهڙن ڪمپنين جو روپ ڌارڻ گهرجي جيڪو سرمايه داري جي شيطاني؟ جو هڪ حصه هجي شهري حڪومتن جي قيام جي لاءِ ضروري نه آهي ته ملڪن ڪي ٽوڙيو وڃي (حالانڪ اها به هڪ صورت آهي بلڪ اختيارات عالمي ادارن ۽ مقامي سطح تي اهڙي طرح منتقل ڪيا ويندا جو مرڪزي رياست صرف نالي جي رياست رهجي ويندي جنهن جو واحد مقصد عالمي ادارن جي پاليسين جو نفاذ رهجي ويندو.

## طريقه ڪار

گلوبلائزيشن لوڪلائزيشن ۽ شهري حڪومتن جي قيام جي انهي استعماري منصوبه ڪي سمجهڻ ڪان پوءِ هاڻي موقع آهي اسان ڏسون ته انهي منصوبه ڪي عملي جامو پهرائڻ جي لاءِ ڪهڙا ذريعا آهن هيٺ اسين مختصر انهن عملي اقدامن ڪي ترتيب وار بيان ڪنداسون جو استعمار ۽ انهن جا ذيلي ادارا اسان جي رياستن ڪي ڪمزور ڪرڻ جي لاءِ اسان تي مسلط ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن.

1. استعمار ۽ ان جا گماشته اها ڳالهه چڱي طرح ڄاڻندا آهن ته ان جا استعماري منصوبا انهي وقت تائين شرمنده تعبير نه ٿا ٿي سگهن جيستائين حرص حسد اسان جي معاشري ۾ قابل قبول نه بنجي وڃن حرص ۽ حسد ڪي عام ڪرڻ جو سبب اهم ذريعه انساني حقوق آهن حقوق انساني جي ذريعي انهن اجتماعي ادارن صف بندين ۽ برادرين ڪي منتشر ڪيو ويندو آهي جيڪو روايتي طور تي اسان جي معاشري ۾ حرص حسد ڪي فروغ ۾ حائل رهيو آهي ۽ اسان جي معاشري ۾ قرباني ايثار ۽ وفا جو سرچشمه آهي. خاندان جي هٽڻ جي نتيجي ۾ هر فرد معاشري ۾ اڪيلو رهجي ويندو آهي. اهڙن ماڻهن جي لاءِ بندو بنجڻ

تمام آسان ٿي ويندو آهي.استعمار اسان جي معاشري ۾ اهڙن ئي ماڻهن جي تشڪيل جي لاءِ ڪوشان هوندا آهن. انهي سلسلہ ۾ استعمارجي پرورده اين جي اوز خاص ڪردار ادا ڪري رهي آهي.

2. خانداني نظام کي تباه ڪرڻ جو سڀ کان اهم هتيار حقوق نسوان جي تحريڪ آهي عورتن کي حرص ۽ حسد جو بندو بنائڻ جي بغير ۽ انهن کي گهر مان ڪڍڻ جي بغير استعمار لاءِ ناممڪن آهي جو اسان جي معاشري ۾ سرمايہ ۽ استعمار جي بالادستي قائم ڪري سگهي. نسوان جون تمام تحريڪون اسان جي معاشري ۽ ثقافت کي تباه ڪرڻ جون تحريڪون آهن حقوق نسوان جون تمام تحريڪون اسان جي معاشري ۾ محبت ايثار ۽ وفا کي ختم ڪري حرص ۽ حسد کي عام ڪرڻ جون تحريڪون آهن. اها ئي وجه آهي تہ استعمار جي گماشتہ اين جي اوز کي حقوق نسوان جي سڀ کان وڏيڪ فڪر آهي. جنرل مشرف جي موجوده حڪومت انهي معاملي ۾ استعمار جي گهٽو حليف آهي انهي آزادي نسوان جي حامي استعمار جي گماشتہ عورتن کي پنهنجي سيڪيورٽي ڪونسل ڪابينہ ۾ شامل ڪيو آهي ۽ پيش آمده بلدياتي انتخابات ۾ گهٽي تعداد ۾ خواتين جون نشستون مخصوص ڪيون آهن عورتن کي بازار ۽ سياست جي رونق بنائي اسان جي معاشري جون پاڙون ڪمزور ڪرڻ جي سازش ڪئي وڃي ٿي ۽ اسان کي استعمار جي لاءِ گره بنايو وڃي پيو عورتن کي سرمايہ جو غلام بنائڻ لاءِ اهم ترين پروگرام فيملي پلاننگ ۽ عورتن جي معاشي ترقي جا پروگرام آهن. انهن جو مقصد اهو آهي تہ عورت ماءُ بنجڻ کان انڪار ڪري ڇڏي ۽ بازار ۾ عوام الناس جي طرح انهي جي بولي لڳائي وڃي تہ تانت سرمائيداري پاڪستاني معاشري ۾ پنهنجا اثرات گهرا ڪري سگهي.

3. دفاعي ۽ خارجہ پاليسي جي محاذ تي استعمار جي اها ڪوشش آهي تہ پاڪستان پنهنجو نيوڪليئر پروگرام ترڪ ڪري ڇڏي. پاڪستان کي ايتمي صلاحيتن کان پاڪ علائقہ (Nuclear free zone) بنايو وڃي. دفاعي اخراجات ۾ هر سال ڪمي ڪئي وڃي. جنرل مشرف هندوستان جي دفاعي بجٽ ۾ 30 في صد افاضہ جي مقابلي ۾ پاڪستاني بجٽ ۾ ڪٽوتي ڪئي فنا نشل

ٽائمز جي نامہ نگارن جي مطابقِ جنرل صاحب دفاعي بجيٽ کان ست ارب روپيہ ڪٽي غربت متاثرو مهم جي لاءِ خاص ڪيا آهن. اهي سڀ دراصل آئي. ايم ايف ۽ عالمي بينڪ جي ايجنڊا جي عين مطابق آهي. جنهن جو مقصد رياست ۽ معاشرت جي هيئت ڪي تبديل ڪرڻو آهي.

حالانڪ آمريڪا علائقہ ۾ چين جي بالادستي گهٽ ڪرڻ لاءِ ڀارت ڪي مضبوط ڪرڻ چاهي ٿو. انهي ڪري استعمار پاڪستان جي حڪومت تي مسلسل دٻاءُ وجهي رهيو آهي تہ هو اسلامي جهاد کان دستبردار ٿي وڃي ۽ علائقي ۾ ڀارت جي بالادستي قبول ڪري وٺي.

اهڙي طرح آمريڪا چاهي ٿو پاڪستان جهاد افغانستان ۽ ڪنهن بہ قسم جي جهادي سرگرمين جي اعانت ۾ ملوث نہ هجي. "دهشت گردي" (جهادي سرگرميون) جي خاتمي لاءِ آمريڪي ڪوششن سان معاونت ڪري. جهادي تحريڪن تي پابندي لڳائي وڃي. مسجدن ۽ مدرسن مان جهاد جو درس ختم ڪري سرڪاري اسلام جو پرچار ڪيو وڃي جيڪو آمريڪا جي لاءِ قابلِ قبول هجي.

پاڪستان ڪي معاشي طور تي تباه ڪرڻ ۽ انهي استعمار جو محتاج بنائڻ جي لاءِ انهي ڪي آئي ايم ايف ۽ ورلڊ بئنڪ جي معاشي پاليسين ڪي اپنائڻ لاءِ مجبور ڪيو وڃي ٿو. انهي معاشي پاليسيءَ جا اهم نڪات هي آهن: آزاد مارڪيٽ ۽ آزاد تجارت جي اصولن ڪي قبول ڪري ڇڏڻ گهرجي. ملڪي اثاثن ڪي چند ٽڪن جي عوض فروخت ڪيو وڃي. (انهي جو نالو پرائيوٽائيزيشن آهي). معاشي پاليسي تان حڪومت جو ڪنٽرول ختم ڪيو وڃي. حقيقت هي آهي، عالمي بينڪ جي آزاد معيشت جون پاليسيون ڪنهن بہ ملڪ جي معيشت جي تباهي جو سامان آهن. لاطيني آمريڪا ۽ آفريڪا جي ڏهن ملڪن ۾ انهن پاليسين تي عمل ڪيو ويو ۽ ان جي ذريعي وڏنڊڙ ويجهنڊڙ معيشت ڪي تباه ڪيو ويو. عالمي بينڪ جي انهن پاليسين تي عمل ڪندي رهڻ جو واحد مطلب معاشي خود ڪشي جو ارتڪاب هوندو جنهن جو واحد نتيجو پاڪستاني معيشت ۽ پاڪستاني رياست جي تباهي جي صورت ۾ ظاهر

ٿيندو.

شهري قوتن جو مرڪزي رياست جي مقابلي ۾ ڪٽرو ڪري مرڪزي رياست کي ڪمزور ڪرڻو آهي. خدمت جي فراهمي جو سمورو نظام مرڪزي حڪومت کان وٺي مقامي شهري حڪومتن جي حوالي ڪرڻ آهي.

ڊبليو ٽي او جو قانون قبول ڪري ملٽي نيشنل ڪمپنين کي اهو حق ڏيڻ آهي، اندروني ذريعا وسائل خدمات (Domestic Services Resources) جو بنا روڪ ٽوڪ استعمال ڪري سگهجي.

ماحولياتي قانون جي نفاذ جي نالي تي پاڻي بجلي ۽ ٻين خدمتن جو نظام ملٽي نيشنل ڪمپنين جي حوالي ڪيو وڃي. مقامي حڪومتون سرمايه داري ۽ استعمار جي آلہ ڪار بنجي وڃي.

ماٺهن کي سرمائيداري جي ويجهو ڪرڻ لاءِ غربت "متائو پروگرام" جهڙا فلاحي ادارا ناهيا وڃن.

گلوبلائيزيشن ۽ لوڪلائيزيشن جي نالي تي رياست جي مرڪزي شڪست و ريخت جي انهي سموري عمل کي هڪ نئي آئين جي ذريعي تحفظ فراهم ڪيو وڃي جنهن کي تبديل ڪرڻ جو اختيار ڪنهن کي حاصل نہ هجي. اسان جي مرڪزي رياست کي ڪمزور ڪرڻ جي لاءِ اهو تازو منصوبو اهو ڪو نئون منصوبو نہ آهي. 19 صدي ۾ انگريز بالڪل انهي طرز تي پهريائين اسان جي مرڪزي رياست کي ڪمزور ۽ آخر ۾ تباه ڪيو هو. 19 صدي جي نوابن ۽ راجائن جي پاليسين ۽ راجواڙن کي مغل سلطنت جي مقابلي ۾ تيار ڪيو ويو هو. اهڙي طرح انتظامي اختيارات مرڪزي رياست سان انهن راجواڙن ۽ رياستن کي منتقل ڪرڻ لڳا هئا. اهڙي طرح انگريز مرڪزي رياست کي اعليٰ سياست يعني خارجہ پاليسي، دفاعي ۽ معاشي پاليسي کي پنهنجن هٿن ۾ قابو ڪيو هو. انهن ٻنهي ذريعن سان اختيارات اصل ۾ انگريز کي منتقل ٿي رهيا هئا. تاريخ شاهد آهي تہ مرڪزي رياست کان اختيار ڪسي نوابن کي بااختيار بنائڻ جي حڪمت عملي جي ذريعي اصل اختيارات رياستن کي منتقل نہ ٿيا، بلڪ استعمار کي منتقل ٿيا آهن. اهڙي طرح اڄ پاڪستاني رياست کان اختيار ڪسي مقامي سطح تي

منتقل ڪرڻ سان مقامي حڪومتون مضبوط نه هونديون بلڪ اهي اختيارات اصل ۾ استعمار ڪي منتقل هوندا. جنهن جي بنا تي پاڪستان جي رياست استعمار جي مخالفت ڪرڻ جي قابل نه هوندي

## هڪ مضبوط پاڪستان ڇو؟

اسين لوڪلائيزيشن ۽ گلوبلائيزيشن جي نالي تي پاڪستاني رياست ڪي تباه ڪرڻ جي انهن استعماري منصوبن ڪي يڪ طرفه طور تي رد ڪريون ٿا. اسان پاڪستان ڪي هڪ مضبوط جهادي ۽ اسلامي رياست بنائڻ چاهيون ٿا.

1- جيڪا جهاد افغانستان جي پشتيبان هجي.

2- ڪشمير ۾ جهاد جي حمايت ڪندي هجي.

3- استعمار جي هر هڪ چال جو مقابله ڪرڻ جي لاءِ صلاحيت رکندو هجي.

انهي لاءِ ته پاڪستاني ڪابه قوم نه آهي بلڪ پاڪستاني ملت اسلاميه جو هراول دستو آهي. پاڪستان ڪي قومي رياست بنائڻ ۽ پاڪستانين ڪي قوم بنائڻ پاڪستان جي تباهي جو سامان آهي. گلوبلائيزيشن لوڪلائيزيشن شهري حڪومتن جو قيام وغيره سيڪولرزم جو جديد مظهر آهي، جڏهن ته پاڪستان ۽ سيڪيولرازم ٻه متضاد عمل آهن. جن جي ميلاپ جو ڪوبه جواز پيش نه ٿو ڪري سگهجي. پاڪستان ڪي هڪ سيڪولر قومي رياست بنائڻ جون تمام ڪوششون پاڪستان ڪي تباه ڪرڻ ۽ استعمار جي طفيلي رياست بنائڻ جو ذريعه آهي. اسرائيلي رهنما بن گوريان فلسطين ڪي نه عربن ڪي نه بلڪ پاڪستان ڪي اسرائيل جو دشمن نمبر هڪ قرار ڏنو هو. استمار جي دل ۾ جهڙي طرح پاڪستان ڪنڊڪي ٿو ڪوبه ٻيو ملڪ نه ٿو ڪنڊڪي. ڇوته پاڪستان يهود ۽ هنود جي راه ۾ حائل هڪ مضبوط پٿر آهي.

پاڪستان جي رياست ڪي تباه ڪرڻ جي لاءِ انهيءَ استعماري عزائم جو مقابلو ڪرڻ جي لاءِ هڪ عوامي تحريڪ (جنهن جي رهنمائي متحده اسلامي قيادت ڪري) جلد از جلد برپا ڪرڻ نهايت ضروري آهي. انهي قيادت جو

معاشي لائحہ عمل انهن اصولن تي مشتمل هجي.

1- غيرملڪي قرضن جي ادائيگي کان فوري انڪار ڪيو وڃي.

2- هڪ جهادي معيشت جو قيام جنهن جو بنياد حڪمتِ عملي دفاعي پيداوار جي لاءِ مجموعي پيداوار جي اضافہ جو بنياد جي طور تي استعمال ڪرڻو پوندو.

3- تمام مالي ادارن کي اسلامي ۽ جهادي اصولن جي ماتحت ڪرڻ. آزاد زرعي پاليسي جو خاتمہ ۽ سرمايہ جي گردش تي ڪڙي نگراني جو قيام.

4- غذائي جنسن جي پيداوار ۾ جلد از جلد خود ڪفالت.

## رياستي لائحہ عمل

1- بلدياتي انتخابات جو متفقہ ۽ شرح صدر سان گڏ بائيڪاٽ هجي.

2- جمهوري ادارن ۽ جمهوري عمل سان براءَت جو اعلان هجي.

3- اسلامي انقلاب جي عوامي سطح تي پيش بندي ۽ پيش رفت هجي.

## سماجي لائحہ عمل

1- مسجدن ۽ مدرسن کي عوامي سطح تي فعال بنايو وڃي.

2- مسجدن جي ٿاڻن تي بالادستي کي قائم ڪيو وڃي.

3- حڪومتي عملداري سان آزاد متفقہ دارالافتاء جو قيام.

تیری دوا نہ جینیوا میں ہے نہ لندن میں
فرنگ کی رگ جاں پنجہ یہود میں ہے!

# ضلعي حڪومتون

# پاڪستاني رياست جي خلاف خطرناڪ سازش

## (ڊاڪٽر جاويد اڪبر انصاري)

هن مضمون ۾ تحريڪ اسلامي جي ڪارڪنن ۽ قائدين جي خدمت ۾ ٻه گذارشون پيش ڪيون ويون آهن.

1- تمام اسلامي جماعتون متفقه طور تي بلدياتي انتخاب جو بائيڪاٽ ڪن.

2- تمام اسلامي جماعتون لوڪلائزيشن جي پروگرام کي اصولا رد ڪري مرڪزي رياست کي ڪمزور بنائڻ جي انهي استعماري چال کي ناڪام بنائين.

3 - تمام اسلامي جماعتون نفاذ شريعت ۽ اعانت جهاد جي ٻه نڪاتي پروگرام تي متفق ٿي ڪري عوامي مهمات جي ذريعي اهل دين کي متحرڪ ۽ منظم ڪن.

## اسين ڪٿي بيٺا آهيون؟

1987ع ۾ جماعت اسلامي ۽ جمعيت علماءِ پاڪستان قومي ۽ صوبائي انتخابات جو بائيڪاٽ ڪيو. وقت ثابت ڪيو ته اهو هڪ بلڪل درست ۽ نهايت مفيد فيصلو هو.

ان جا ٽي وڏا فائدا حاصل ٿيا.

1- اسلامي سياسي قوتون موجوده مقتدر سياسي قوتن کان الڳ ٿي ويون اڄ جڏهن اسان اها ڳالھ ڪريون ٿا ته اسان جو موجوده ظالم سياسي ۽ معاشي نظام ۾ ڪوبه حصو نه آهي ته انهي ڳالھ کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ مشڪل آهي. انقلاب جي ڪاميابي جي هڪ بنيادي شرط هي آهي ته نيون انقلابي طاقتون عوام جي نگاه ۾ موجوده نظام اقتدار ۾ ملوث نه هجن. انهي صورت ۾ نئين

انقلابي قوتن ۾ اميد ڪري سگهجي ٿي جيڪو هڪ نئون نظام اقتدار مرتب ڪرڻ جي اهل آهن ايراني انقلاب ۽ نظام مصطفيٰ ﷺ ۾ اهو ئي بنياديَ فرق آهي جو آيت الله خميني جي 1962ع جي جاري جدوجهد جي نتيجي ۾ ايراني علماءَ شاه جي نظام کان تقريبا ڪٽجي ويا هئا. جڏهن ته پي. اين اي. جي قيادت ۾ اهي ماڻهو شامل هئا جو مقتدر طبقي جو جزو لاينفڪ سمجهيا ويندا هئا. 1997ع جي انتخابات جي بائيڪاٽ جي فيصلي جي نتيجي ۾ اڄ اسين اتي بيٺا آهيون. جتي تحريڪ اسلامي ايران 1970ع جي شروع ۾ هئي. 1997ع کان پوءِ جماعت اسلامي پاڪستان جمعيت علماءَ پاڪستان سپاه صحابہ گهٽ‌ين ديوبند تنظيمن ثابت ڪري ڏيکاريو ته اقتدار کان ٻاهر رهي ڪري اسلامي قوتن کي گڏ ڪري حڪومت تي موثر دٻاءُ وجهي سگهجي ٿو. نيو ڪليئر پروگرام جهاد ڪشمير افغان جهاد جو تحفظ انهي ڪري ممڪن ٿيو ته اسلامي قوتون رياستي اقتدار کان ٻاهر منظم هيون. ۽ پنهنجي طاقت متحرڪ ڪرڻ جي لاءِ انهن کي رياستي ذريعن جي ضرورت نہ هئي جيڪڏهن اسلامي طاقتون رياستي اقتدار ۾ ملوث نہ هجن ها ته نہ (Mass organization) ممڪن ٿي سگهي ٿو ۽ نہ (Mass mobilization) 1997ع جي انتخابات جو بائيڪاٽ ڪري اسان پهرين مرتبہ جماعتي سطح تي جمهوريت جي حقيقت جو ادراڪ حاصل ڪيو. 1920ع ۾ جمعيت علماءِ هند قائم ٿي. برصغير جي تمام سياسي جماعتن (سواءِ جماعت اسلامي هند) جمهوري عمل کي Mass mobilization جو موثر ترين ذريعہ تصور ڪيو آهي 1997ع کان پوءِ اها ڳالهہ واضح ٿي وئي ته جمهور ي عمل کي رد ڪري وسيع تنظيمي ۽ وسيع عوامي پذيرائي اسلامي بنيادن تي ممڪن ٿي سگهي ٿو اڄ گهڻا علماءِ زعماءَ انهي ڳالهہ جا قائل آهن ۽ سپاه صحابہ ۽ تحريڪ احرار اصولا جهموريت کي رد ڪيو آهي ۽ جمعيت علماءِ اسلام ۾ ڪجهہ علماءَ جهموري عمل کي نقصان هئڻ جو کلم کلا اظهار فرمائيندا آهن.

استعمار ۽ ان جي پاڪستاني حليف انهي ڳالهہ کان خوفزده آهن تہ اسلامي قوتون متحد ٿي ڪري انقلابي سياسي راه اختيار ڪري رهي آهي. اسلامي جماعتن تي زور ڏنو ٿو وڃي ته مرڪزي حڪومت ۾ شامل ٿين معيشت

جو ڪاغذي سطح تي اسلام جي مذموم سازش ۾ ديني مدارس ۽ تبليغي جماعتن کي ملوث ڪيو ويو آهي بلدياتي انتخابات ۽ لوڪلائزيشن جو هڪ اهم عنصر هي آهي تہ اسلامي جماعتن کي جهموري عمل ۾ دوباره ملوث ڪيو وڃي جيڪڏهن استعماري ۽ سيڪيولر قوتون ان ۾ ڪامياب ٿي ويون تہ اسلامي جماعتن کي ان جي موجوده پوزيشن کي انهي مقام تي اچلي ڇڏينديون. جتي اسلامي جماعتون 1978ع ضياء حڪومت ۾ شموليت جي وقت بيٺيون هيون. اها اسان جي وڏي شڪست هوندي اسان عوامي حمايت وڃائي وهنداسون ۽ عظيم وسعت پذير تنظيمي ڪم ۽ عظيم عوامي پذيرائي جو ڪم مشڪل کان مشڪل ترٿي ويندو.

## ڊيو ليوشن (Devolution) ڇا آهي؟

پاڪستاني ڊيوليوشن منصوبہ عالمي استعمار جي گلوبلائزيشن ۽ لوڪلائزيشن پروگرام جو حصہ آهي.

لوڪلائزيشن پروگرام جي حقيقت ۽ پاڪستاني رياست کي ان جي لاحق هئڻ واري خطرات انهي سلسلي جي پهرين مضمون (ضلعي حڪومتون از محمد علي رضوي) بيان ڪيا ويا آهن. هتي جنرل مشرف جي ڊيوليوشن اسڪيم جون خصوصيتون بيان ڪجن ٿيون.

1- رياستي اقتدار کي چئن سطحن ۾ تقسيم ڪيو ويندو. وفاق صوبہ. دسٽرڪٽ. ۽ يونين ڪائونسل.

2- هر ووٽر جي عمر 21 سالن جي بجاءِ 18 سال مقرر ڪئي ويندي.

3- هر هڪ ڊسٽرڪٽ اسيمبلي مالي طور تي خود مختيار هوندي ۽ انهي وٽ آمدني حاصل ڪرڻ جا اختيارات هوندا ڊسٽرڪٽ حڪومت مالي طور تي خود ڪفيل بنائي ويندي.

4- هر هڪ ڊسٽرڪٽ اسيمبلي ۾ بہ غير مسلم ميمبر هوندا.

5- هر ڊسٽرڪٽ اسيمبلي پنهنجي علحده مانيٽرنگ ڪميٽي تشڪيل ڏيندي اُنهيءَ لاءِ تہ عوام کي حڪومتي عوام ۾ شامل ڪري سگهجن.

6- ڊسٽرڪٽ اسيمبلي جي تحت هيٺيان شعبا هوندا:

(1) صحت (2) تعليم (3) تجارت ۽ صنعت (4) قانون (5) رابطا (6) زراعت (7) ماليات (8) بجيٽ ۽ منصوبا بندي (9) ماحوليات (10) جمهوري ادارن جو ارتقاءِ جمهوريت سازي (11) اطلاعات.

7- ڊسٽرڪٽ حڪومت هڪ ڪاروباري اداري وانگر ڪم ڪندي ان جا حاڪم آجر جي حيثيت اختيار ڪري وبندا ۽ عوام کي خريدار سمجهيو ويندو.

8 - هر اهو شخص ڊسٽرڪٽ، تحصيل ۽ يونين ڪائونسل جو ممبر منتخب ٿي سگهندو، جيڪو (1) 25 سال کان عمر ۾ وڏيڪ هجي (2) اڻ پڙهيل نه هجي (3) ڪنگال هجي.

جيئن ته امير جماعتِ اسلامي قاضي حسين احمد چيو آهي اها اسڪيم خالصتا غيرملڪي مشينن ۽ اين جي اوز جي ترجيحات جي غمازي آهي. استعمار جي خواهش آهي ته عوام جي توجه ملي ۽ نظرياتي مسئلن کان هٽي وڃي ۽ لالچ جي سياست پوري معاشرتي ۽ رياستي نظام کي گرفت ۾ وٺي ڇڏي. اهو معاشرو ۽ رياست کي سيڪولر بنائڻ جو نهايت ڪارگر طريقو آهي. انهي حڪومتي نظام جي نفاذ جي نتيجي ۾ مقامي آبادين کي غرض جي بنياد تي منظم ۽ متحرڪ ڪيو ويندو هر شخص ۽ گروهه پنهنجي مادي مفادات جي جستجو کي اوليت ڏيندو ۽ پورو معاشرو ۽ پورو سياسي نظام سرمائيدارانه ذهنيت کي اپنائي وٺندو، حاڪم آجر هجن ۽ محڪوم خريدار. ظاهر آهي جتي سياست کي اهڙي طرح بازاري بنايو وڃي اتي نظرياتي جماعتن جو ڪو مستقبل نه ٿو ٿي سگهي ۽ انهن کي ڪابه عوامي پذيرائي حاصل نه ٿيندي. انڊونيشيا، ترڪي ۽ هندوستان جي ٻن صوبن ڪارناٽڪ ۽ تامل ناڊو ۾ اهڙي نوعيت جي بلدياتي سياسي ۽ انتظامي نظام جو تجربو ڪيو ويو آهي.

هر جاءِ تي انجو نتيجو اهو رهيو آهي ته ملٽي نيشنل ڪمپنين، مغربي بينڪن ۽ عالمي سٽه بازن جي گرفت انهن صوبن ۽ شهرن تي نهايت مستحڪم ٿي وئي آهي. جڪارته جو پورو شهري ترسيل پاڻي جو نظام هڪ آمريڪي يهودي ڪمپني جي قبضي ۾ آهي. ڪرناٽڪ جي صوبائي حڪومت پنهنجي

اخراجات جو 30 فيصد عالمي سٽہ بازن کي Bond Markets ۾ پنهنجي ميونسپل بانڊ وڪڻي پورو ڪندي آهي ترڪي جا ٻہ صوبہ ائي ايم ايف ڪان پنهنجي Structural Adjusment Programmes طئي ڪري رهيا آهن. جيڪو مرڪزي حڪومت جي معاشي حڪمتِ عملي سان اصولا متصادم آهي.

انهي نوعيت جي معاشي خود مختياري موجوده پاڪستان ڊيوليوشن پروگرام ۾ تجويز ڪئي ويئي آهي. جيڪڏهن اها نافذ ٿيندي آهي تہ ڊسٽرڪٽ اسيمبلي (District Assemblies) جي اهل ڪارن جو زياده وقت ملٽي نيشنل ڪمپنين ۽ مغربي بينڪن جي خوشامد ڪندي گذرندو. ڇوتہ اهي ئي ادارا وسائل فراهم ڪري سگهندا آهن. جو بلدياتي ادارن ۽ڊسٽرڪٽ ميونسپل ڪمپنين جي ترقي لاءِ ضروري آهن. انهي نوعيت جي انتظامي تبديلي ڪان پوءِ وفاقي ۽ صوبائي حڪومتون بتدريج وسيلن جي فراهمي بہ گهٽ ڪري ڇڏينديون. ظاهر آهي انهي حالتن ۾ اين جي اوز جي قوت بي اندازه طور تي وڌي ويندي. ڊيوليوشن پاڪستان ٽوڙڻ ۽ آمريڪا جي غلامي قبول ڪرڻ جو پروگرام آهي. ان جي نتيجي ۾ وفاق ڪمزور هوندو ڇو تہ ديني ۽ نظرياتي بنيادن تي ماڻهن کي منظم ۽ متحرڪ ڪرڻ جا موقع ختم ٿي ويندا. انهي سان گڏو گڏ وفاق جا مالي مسئلا بہ محدود هوندا ۽ وفاق جا اختيارات بہ گهٽ ڪيا ويندا. هڪ فعال ۽ جهادي خارجہ پاليسي جو تہ اهڙن حالتن ۾ تصور بہ نہ ٿو ڪري سگهجي. حڪومت وٽ تہ اهي وسيلا بہ نہ هوندا جن سان اعانت جهاد يا رياست جو دفاع ممڪن هجي. انهي سان گڏ هو عوامي تائيد ڪان بہ محروم ٿي ويندي جيڪو جهادي خارجہ پاليسي کي جاري رکڻ لاءِ ضروري آهي. انهي جي وجہ هي آهي عوام تہ اعراض جي سياست تي مڪمل عادي ٿي ويا هوندا ۽ پنهنجن نمائندن تي مسلسل اهو زور وجهي رهيا هوندا ملٽي نيشنل ادارن ۽ مغربي بينڪن ۽ شاهوڪارن سان پنهنجا سودا ڪن جنهن سان بلدياتي مسئلا حل ٿين ۽ علائقہ ۾ خوشحالي اچي.

جيڪڏهن اسلامي جماعتن اچڻ واري بلدياتي انتخابات ۾ حصو ورتو تہ هو پنهنجو ديني تشخص وڃائي وهنديون. اهي عالمي سرمائيدارانہ نظام ۽

ملڪي معيشت جو اسلامي جوا زفراهم ڪنديون. ان جا ڪارڪن حقوق اغراض جي سياست جا آلہ ڪار بنجي ويندا. اهي عوام کان قرباني گهرڻ جي قابل نہ رهندا. ڇوتہ هو خود غرضي مطلب پرستي، حرص ۽ حسدڪي فروغ ڏيڻ وارا بنجي ويندا. اسلامي ڪارڪن دعويٰ ڪندا تہ ايم ڪيو ايم، مسلم ليگ ۽ پيپلزپارٽي اسان کان وڌيڪ انهي ڳالهہ جا اهل نہ آهن جو عوام جي حقن جو تحفظ ڪن ۽ ان جماعتن جي نسبت اسلامي جماعتون ملٽي نيشنل ڪمپنين ۽ مغربي بينڪن ۽ آئي ايم ايف سان وڌيڪ بهتر سودا ڪري سگهندا. اهو اسلام ڪي نفس پرستي جو ذريعو بنائڻ جو عمل آهي. جيڪڏهن اسان بلدياتي انتخابات ۾ حصو ورتو تہ اسان اهي سڀ فائدا وڃائي ويهي رهنداسون. جيڪي 1997ع ۾ بائيڪاٽ ڪري حاصل ڪيا هئا ۽ اسلامي تحريڪن کي اڄ کان ويهہ سال پوئتي ڌڪي ڇڏينديون.

## اسلامي جماعتون ڇا ڪري رهيون آهن؟

ان جي تفصيل يونس قادري جي مضمون غيرسياسي ديني جماعتن ۽ سياسي جماعتن واري مضمون ۾ پيش ڪئي وئي آهي، اجمالا ٽي ڳالهيون عرض آهن.

1. وقت جي اهم ترين ضرورت اسلامي جماعتن ۾ اتحاد آهي. اهو اتحاد هڪ ٻہ نڪاتي پروگرام هجي. هڪ هي في الفورنفاذ شريعت ۽ ٻيو اعانت جهاد.

2. انهي اتحاد ۾ اولا جميعت علماءِ پاڪستان جماعت اسلامي جمعيت علماءِ اسلام تحريڪ احرار ۽ سپاه صحابہ شامل آهن. ڪوشش ڪئي وڃي تہ هڪ سال جي اندر ديگر تمام اسلامي جماعتون بہ انهي اتحاد ۾ شريڪ هجن.

3. سي . ٽي . بي ٽي تي ڪامياب ريفرنڊم ثابت ڪري ڇڏيو آهي تہ عوام جي اسلامي عصبيت کي بروئي ڪار آڻڻ جي لاءِ قومي مهمات نهايت ڪارگر ٿي سگهي ٿو. اسان کي اينڊڙ مهم غيرملڪي قرضن کي منسوخي لاءِ في الفور شروع ڪرڻ گهرجي. اهي قرضہ ڊسمبر 2000ع ۾ ري شيڊول هوندا. اسان کي

رياست تي زور وجهڻ گهرجي ته هو قرضن کي ري شيڊول نه ڪري بلڪ انهن Re-pudiate (فسخ) ڪري. اهڙي طرح عالمي سرمايه دارانه گرفت کي ڪمزور ڪري سگهجي ٿو.

4. اتحاد اسلامي جي قيادت جي سطح تائين محدود نه رکيو وڃي بلڪ مسجدن ۽ مدرسن کي بنياد بنائي محله جي سطح تائين حلال رزق جي فراهمي جون اسڪيمون شروع ڪيون وڃن. اهي اهڙي نوعيت جون هجن. جو دارالارقم. ملائيشيا حزب الله لبنان ۽ جماعت اسلامي هند مختلف اسلامي خطن هلائي رهي آهي. انهن اسڪيمن ۾ به خاصيتون آهن.

1. روحاني ارتقاءَ ۽ سياسي جدوجهد کان محترم هوندي آهي.

2. وياج ۽ سٽه جي بازار جو بدل پيش ڪندي آهي. ان جو مقصد تحريڪ جي ڪارڪنن کي مالي طورتي خود ڪفيل بنائڻ آهي. جيڪي ماڻهو تحريڪ ۾ باضابطه شامل نه آهن انهن کي انهي اسڪيم ۾ شامل نه ڪيو ويندو آهي اها معاشرتي صف بندي جي ڪم کي روحاني تطهير جي ڪم ۽ سياسي جدوجهد جي ڪم ۾ ڳنڍيندي آهي ۽ معاشرتي ڪم سوشل ورڪ بنائڻ کان روڪيندي آهي. لالچ جي بنياد تي عوامي تحريڪ (Mass mobilizatian) کي رد ڪرڻ جو اهو موثر ذريعه آهي.

تحريڪات اسلامي کي معاشرتي سطح تي اهڙا ادارا بنائڻ گهرجن جيڪي رياستي ادارن تي بالادستي حاصل ڪري سگهن. جمهوري ادارن ۾ شامل ٿي ڪري اهو مقصد حاصل نه ٿو ٿئي. اسان کي پوري شرح صدر سان جمهوري ۽ دستوري عمل کي رد ڪري ڇڏڻو آهي چو ته جمهوريت ۽ دستوريت ئي انقلاب جي راهه ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ آهي جيڪڏهن اسلامي جماعتن بلدياتي انتخابات ۾ حصو ورتو ته اهي يقينا ناڪام هونديون. ان جا به سبب آهن.

هڪ هي ته جيڪي ماڻهو لالچ جي بنياد تي متحرڪ هوندا آهن.اهي ديني قوتن جي طرف فطرتا توجه نه ڪندا آهن ۽ نه پنهنجي مرضي کي اوليت جي بناءَ تي اسلامي جماعتن جي طرف رجوع ٿي سگهن ٿا.

مشرف جي ڊيوليوشن جي اسڪيم ۾ ڪابہ اهڙي شي نہ آهي جيڪا عام قوم پرست جاگيردار ۽ سرمائيدار ماڻهن کي نئين نظام ۾ شامل ٿيڻ کان روڪي ٿي. اهي ئي ماڻهو اهل غرض جا فطري نمائنده آهن ۽ انهن غرض مندن کي وڏي تعداد ۾ منتخب ڪيو ويندو.

بي وجه هي آهي تہ برصغير جون اسلامي جماعتون حضرت قطب العالم امدادالله مهاجر مڪي قدس سره جي فيض جو سلسلہ آهي حضرت حاجي صاحب اسان جي متفق عليه شيخ الطائفہ آهن. ان جي دعائن جو نتيجہ آهي تہ برصغير جون تمام اسلامي جماعتون محفوظ جماعتون آهن. اهي سيڪيوار نظام کي مستحڪم ڪرڻ جو ذريعہ نٿيون بنجي سگهن.

حضرت شيخ امير جهاد 1857ع ۾ هو. پاڻ بہ تحريڪ برپا ڪئي جيڪا 1857ع کان 1920ع تائين انگريز جي تمام دستوري ۽ جمهوري انتظامات کي رد ڪندي رهي ۽ جهاد کي زنده رکڻ لاءِ بي بها قربانيون پيش ڪندي رهي. پاڪستان جي اسلامي جماعتن جو مستقبل بہ صرف ۽ صرف احياءِ جهاد ۾ آهي. جيڪڏهن اسان اها راه ترڪ ڪري ڇڏي.

ہماری داستاں تک بھی نہ ہوگی داستانوں میں

# اقوام متحده جي مقصدن ۽ چارٽر تي هڪ نظر

## (مولانا سخي داد خوستي)

اقوام متحده جي مقصدن ۾ جو هي بيان ڪيو ويو ٿو ته پوري دنيا ۾ جنگ روڪڻ ۽ امن آشتي جي فضا پيدا ڪرڻ وغيره اهي خوشنما عنادين صرف ماڻهن کي برغلائڻ جي لاءِ استعمال ڪيا ويا آهن. درحقيقت ڳالهه هي آهي ته ٻي جنگ عظيم ڇهه سال مسلسل وڏيون طاقتون اتحادي ملڪن سميت ڪرائي جي سپاهين ۽ تباهه ڪن اسلحه جي ذريعي سان انسانيت کي بربادي جو پيغام ڏيندي رهي. باالاخر هيروشيما ۽ ناگاسا ڪي تي ايٽم بم ڪيرائي قيامت صغريٰ برپا ڪري تصادم کي ختم ڪيو. انهي کان پوءِ ٻي جنگ عظيم جي فاتحين (ظالمين) پنهنجي فرعونيت کي برقرار رکڻ ۽ پوزيشن کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ جي لاءِ هڪ تنظيم جي ضرورت محسوس ڪئي ته انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ انهن "اقوام متحده" جي تنظيم بنائي. انهي ڪري انهن "ويٽو پاور" کي پنهنجي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو ۽ يوم تاسيس ۽ امروز تائين اقوام متحده کي انهي مقصد لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. اقوام متحده جو قانون آهي ته ان جي ارڪانن ۾ پنج وڏيون طاغوتي ملڪن يعني آمريڪا روس برطانيه فرانس ۽ چين سلامتي ڪائونسل جا مستقل ميمبر هوندا ۽ انهن کي "ويٽو پاور" جو حق حاصل هوندو. ويٽو پاور جي معنيٰ آهي فيصله ڪن انڪار جي قوت يعني انهن ملڪن ۾ جيڪڏهن ڪوبه ملڪ ڪنهن قرار داد جي خلاف ووٽ ڏيئي ڇڏي ته انهي کي منظور نه ٿو ڪري سگهجي. يا ٻين لفظن ۾ ويٽو پاوَر جو مقصد هي آهي ته جيڪڏهن دنيا جون تمام قومون ملي ڪري ڪنهن مسئلي تي متفق ٿي وڃن ليڪن انهن پنجن ملڪن مان هڪ به انڪار ڪري ته پوري دنيا جي راءِ تي ڪوبه اعتبار نه آهي گويا اهي پنج مستقل ميمبر دنيا تي ڪلي طور تي حڪمران آهن ۽ سڀ قومون انهن وٽ يرغمال آهن ويٽو پاوَر جو حق اڪثر اسلامي ملڪن جي خلاف استعمال هوندو آهي اهو ئي سبب

آهي جو اڄ تائين عالم اسلام جو ڪوبہ مسئلو اقوام متحده جي ذريعي حل نہ ٿيو آهي بلڪ انهي ڪري مسلمانن جي سياسي مسئلن ۾ روزبروز اضافہ ٿي رهيو آهي حضرت نوح عليه السلام جي قوم پنجن بتن جي عبادت ڪندي هئي. افسوس جو مقام آهي جو اڄ اسلامي ملڪن بہ اقوام متحده ڪي پنج غاصبن جي ويٽو پاورَ ڪي تسليم ڪري الله تعاليٰ جي سپر پاورَ هئڻ جو عملي طور تي انڪار ڪري ڇڏيو آهي.

اقوام متحده جي سلامتي ڪونسل جا مستقل ارڪان 1968ع ۾ ايٽم جي عدم ڦيلاءُ جي عنوان سان هڪ معاهدي تي دستخط ڪيا جنهن ڪي اين پي ٽي چيو وڃي ٿو. ان جو مطلب هي تہ جن ملڪن 1968ع کان اڳي ايٽمي قوت حاصل ڪئي آهي صرف انهن ڪي ايٽمي قوت تسليم ڪيو ويندو انهي کان پوءِ انهي صلاحيت ڪي حاصل ڪرڻ وارن ملڪن ڪي بطور ايٽمي قوت تسليم نہ ڪيو ويندو.

سوال هي آهي تہ انهي معاهدي ۾ ويٽو پاورَ ڪي صرف پنج وڏين طاقتن وارن ملڪن ڪي ڏيڻ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي ۽ ان جي جواز جي ڪهڙي دليل آهي؟ هن سوال جي جواب ڏيڻ سان پنج وڏين طاقتن سميت دنيا جي لاءِ طواغيت قاصر آهي سواءِ ان جي جو هو طاقتور آهن ۽ دنيا جي معاملات ۾ پنهنجي اجاره داري رکڻ چاهين ٿا ۽ پنهنجي ڳالهہ مڃرائڻ جي پوزيشن ۾ آهن.

جيڪڏهن انهن جي ڳالهہ انتهائي غلط هجي. حالانڪ اهو معاهدو جنگ روڪڻ جي بلڪل منافي آهي ڇو تہ يڪ طرفہ قوت ئي جنگ جي دعوت ڏيڻ جو ذريعہ آهي مثلا ماضي قريب ۾ آمريڪا افغانستان تي ڪروز ميزائل هنيا افغانستان وٽ ميزائيل هجن ها تہ امريڪا هرگز ائين نہ ڪري ها. انهي جارحيت جو سبب صرف مد مقابل جي ڪمزوري آهي. انهي ڪري جنگ روڪڻ جي لاءِ هر ڪنهن ملڪ وٽ ايٽمي قوت موجود هجڻ ضروري آهي انهي لاءِ قوت جي توازن جي ڪري تصادم نہ اچي وڃي جهڙي طرح جنگ عظيم بي کان پوءِ وڏين قوتن جو پاڻ ۾ براه راست نہ اچڻ جو سبب هي آهي تہ هر هڪ وٽ ايٽمي هٿيارن جا

انبار آهن.

## حقوق انساني چارٽر ۽ اسلام:

اقوام متحده جي حقوق انساني چارٽر اسلام جي نصوص جي صريح خلاف آهي چند نمونا ملاحظ ڪريو:

چارٽر دفعه نمبر1: تمام انسان تڪريم ۾ برابر آهن.

اسلام: قرآن مجيد ۾ آهي ترجمه "بيشڪ توهان ۾ الله تعاليٰ جي نزديڪ زياده اڪرام جو مستحق اهو آهي جيڪو الله تعاليٰ کان ڏڃي ٿو" معلوم ٿيو ته اسلام ۾ متقي ۽ غيرمتقي تڪريم ۾ برابر نه آهن.

چارٽر دفعه نمبر4: غلامي ۽ غلامي جي تجارت پنهن جي تمام صورتن ۾ منع آهي.

اسلام: غيرمسلم قومن جا اهي ماڻهو جيڪي خالص اسلام دشمني جي بناءَ تي مسلمانن سان برسرپيڪار هجن ۽ جهاد جي مقابلي ۾ پڪڙيا وڃن ته اهي ازروءِ شريعت غلام آهن. ان جي تجارت بلڪل جائز آهي ۽ انهن غلامن سان اسلام جا بيشمار مسائل ۽ فضائل وابسته آهن جيڪي قرآن ۽ حديث ۾ تفصيل سان بيان ٿيل آهن.

چارٽر دفعه نمبر5: ڪنهن به شخص ڪي تشدد ۽ ظلم جو نشانه نه بنايو ويندو ڪنهن به شخص سان غير انساني ذلت آميز سلوڪ نه ڪيو ويندو يا اهڙي سزا نه ڏني ويندي.

اسلام: چور جو هٿ ۽ ڌاڪو جو هڪ هٿ ۽ هڪ پير ڪٽڻ. شادي شده زاني کي سنگسار ڪرڻ قتل عمد ۾ قاتل کي قصاصا قتل ڪرڻ. شرابي ۽ ڪوڙي کي شريعت جي طرفان متعين ٿيل ڪوڙا لڳائڻ ۽ انهي قسم جي بين کي حدود جيڪا شريعت مقرر ڪئي آهي انهن سيني جو نفاذ اسلامي حڪومت تي ضروري آهي چارٽر دفعه نمبر16: پوري عمر جي مردن ۽ عورتن کي نسل قوميت يا مذهب جي ڪنهن تحديد جي بغير پاڻ ۾ شادي ڪرڻ ۽ خاندان جي بنياد رکڻ جو حق حاصل آهي شادي ۽ دوران شادي ۽ ان جي تنسيخ جي سلسلي

۾ هو مساوي حق رکندا آهن.

اسلام: مسلمان مرد کي صرف مسلمان عورت يا ڪتابيہ عورت سان شادي ڪرڻ ۽ مسلمان عورت کي صرف مسلمان مرد سان نڪاح ڪرڻ جائز آهي بس تنسيخ نڪاح جنهن کي شريعت جي اصطلاح ۾ طلاق چيو وڃي ٿو. جنهن جو حق صرف مرد کي حاصل آهي عورت کي هرگز حاصل نہ آهي.

چارٽر دفعہ نمبر 18: هر شخص کي آزادي خيال. آزادي ضمير ۽ آزادي مذهب جو حق حاصل آهي.

اسلام: ايتري آزاد خيالي ۽ آزادي ضمير ممنوع آهي تہ الله تعاليٰ ۽ ان جي مقدس ڪتابن ۽ ان جي پاڪ فرشتن ۽ ان جي معصوم انبياءَ ۽ صحابہ ڪرام جي توهين ۽ تنقيد تائين ڳالهہ پهچي. نعوذ بالله منها. مسلمان کي اسلام ڇڏي ٻي مذهب کي اختيار ڪرڻ جي گنجائش نہ آهي. خدانخواستہ ڪوبہ مسلمان مرتد ٿي وڃي ۽ سمجهائڻ سان بہ باز نہ ٿو اچي تہ فرمان نبي ﷺ جي مطابق قتل ڪيو ويندو.

چارٽر دفعہ نمبر19: هر شخص کي آزادي لاءِ ۽ آزادي خيال جو حق حاصل آهي.

اسلام: اهڙي تقرير ۽ تحرير قطعا منع آهي جنهن سان اڪثريت جا جذبات مجروح هوندا آهن ۽ امن ۽ سڪون غارت ٿيندو هجي. اسلامي رياست ۾ غيرمسلم کي اها اجازت نہ آهي جو هو مسلمانن کي ڪفر جي دعوت ڏيئي مرتد بنائي.

چارٽر دفعہ نمبر(1) 21: هر شخص کي حق حاصل آهي تہ هو براه راست يا آزادي سان منتخب نمائندن جي ذريعي پنهنجي ملڪ جي حڪومت ۾ حصہ وٺي.

اسلام: اسلامي رياست ۾ غيرمسلم کي ڪليدي عهده ۽ منصب تي فائز ڪرڻ جائز نہ آهي. البتہ نوڪري ۽ مزدوري ڪري سگهي ٿو.

چارٽر دفعہ نمبر (3) 21: عوام جي مرضي حڪومت جي اقتدار جي بنياد هوندي اها مرضي وقفي وقفي سان ۽ صحيح انتخابات جي ذريعي ظاهر ڪئي ويندي جيڪا عالمگير ۽ مساوي راءِ دهندگي تي ٻڌل هوندي.

اسلام: اسلامي رياست جو بنياد مغرب کان درآمد شده جهموريت تي رکڻ حرام آهي بلڪ ان جو بنياد امارت وشورائيت تي هوندو جنهن ۾ عوام ڪالانعام جي راءِ جو ڪوبہ اعتبار نہ آهي نہ ئي ان ۾ ڪو متعين وقفو آهي بلڪ امير جو انتخاب غيرمتعين وقت جي لاءِ صاحب راءِ افراد ڪندا.

چارٽر دفعہ نمبر (2) 25: ماءُ ۽ ٻارڪي خصوصي توجه ۽ مدد جو حق حاصل آهي. تمام ٻار خواه شادي جي نتيجي ۾ پيدا ٿيا هجن يا بغير شادي جي پيدا ٿيا هجن. هڪجهڙو سماجي تحفظ سان بهره ور هئڻ جو حق رکندا آهن.

اسلام: ڪنهن بہ عورت کي بغير شادي جي ٻار پيدا ڪرڻ جي اجازت نہ ٿي ڏني وڃي. جيڪڏهن ڪابہ عورت ائين ڪندي آهي تہ انهي کي اسلامي حدود جي اندر سزا ملندي. اهڙي بدڪار عورت کي اسلام ڪوبہ تحفظ فراهم نہ ٿو ڪري.

چارٽر دفعہ نمبر (1) 27: هر هڪ شخص کي آزادانہ طور تي معاشري جي ثقافتي زندگي ۾ حصہ وٺڻ. فنون لطيفہ (مصوري. رقاصي. موسيقي سان؟) جو حق حاصل آهي.

اسلام: اسلام ۾ مصوري رقاصي موسيقي حرام هئڻ جي ڪري انهي مان فائدي حاصل ڪرڻ جو ڪنهن کي بہ حق حاصل نہ آهي بلڪ اهي افعال قطعي ممنوع آهن ڪرڻ وارا تعزير جا مستحق هوندا.

تاک میں بیٹھے ہیں مدت سے یھودی سود خوار
جن کی روبا ہی کے آگے ہیچ ہیں زور پلنگ!

# سامراجي خطرا

## از: محمد رحيم حقاني

(بشڪريہ روزنامہ اوصاف اسلام آباد 25سيپٽمبر 2000ع)

هن وقت آمريڪا پوري دنيا ۾ هڪ عالمي سامراج جو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. جنهن جي دل دماغ ۾ عالمي يهود آهن. عالمي سامراج تحريڪ جي مڪمل طريقي ڪار سان متعلق گفتگو ڪرڻ آسان نہ آهي تنهن هوندي بہ ان جي هڪ اصولي طريقي ڪار جو ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو.

اهو اصولي طريقہ ڪار Rationalism چوائي ٿو. جنهن جو مفهوم آهي تعقليت ريشلائزيشن اهو عمل آهي جنهن جي ڪري ان جي نزديڪ ريشنلزم جو قيام مقصود آهي ريشنلزم جو مفهوم آهي عقل کي مذهب ۾ آخري فيصلہ ڪرڻ وارو قرار ڏيڻ ۽ ان تمام نظرين کي رد ڪرڻ جيڪي عقل سان مطابقت نہ ٿا رکن. ريشنلائزيشن جا ٽي فروغ مشهور آهن.

1. سيڪولرائزيشن (Secularisation)
2. ڊيموڪريٽائزيشن (Democratisation)
3. ڪمرشلائزيشن (Commercialisation)

سيڪولرائزيشن مان مراد آهي. انسان جي فڪري ۽ نظري معاملات تهذيب ثقافت ۽ تمدن کي عقيدي ۽ دين کان منقطع ڪرڻ. يعني انهي کي ريگولر Regular يعني متشرع جي بجاءِ سيڪولر بنائڻ هي هڪ وسيع ۽ همہ جهت عمل جو نالو آهي سيڪولرائزيشن جي لاءِ هزارين طريقہ عمل ۾ آندا ويندا آهن سيڪولرائزيشن جو نصب العين حقيقي سيڪولرازم قائم ڪرڻ آهي. جيڪو ريشنلزم جي لازمي شرط آهي ڊيموڪريٽائزيشن جو مفهوم آهي نظم معاشرت کي ۽ بطور خاص سياست مدنيہ کي عامي بنائڻ. ان جو مطلب تہ نہ تہ قطعا آمريت جو خاتمون ڪرڻو آهي ۽ نہ عوام الناس جي راءِ جو احترام ڪرڻ بلڪ ان جو مطلب آهي معاشري جا ذهين صاحب علم ۽ ذميدار افراد يعني اسلامي

اصلاح ۽ اهل الراءِ ۽ اهل فتويٰ کي بي دخل ڪري هڪ اهڙي عامي. عوامي جهموري تنظيم قائم ڪرڻ جنهن جي پردي ۾ يهودي ساري دنيا تي پنهنجي آمريت قائم ڪري سگهن.

ڊيموڪريٽائزيشن جو نصب العين ڊيمو ڪريسي يعني اڄ ڪلهه جي اصطلاح ۾ جهموريت قائم ڪرڻ آهي جو ريشنلزم جي ٻي بنيادي شرط آهي. ڪمرشلائزيشن جو مطلب آهي تمام انساني زندگي ۽ انهي زندگي جي ڪوشش کي ماديت ۾ محدود ڪرڻ آهي خدمات جذبات حتيٰ ڪه فطري خواهشات کي خالص مادي پيماني جي اعتبار سان قابل تبادله يعني بيع وشراءَ جي دائري ۾ آڻڻ ان جي تحت هر شي خدمت جذبه ۽ فطرت مادي اشياءَ جي طرح مال ٿي ويندي آهي ۽ قابل قيمت ٿهندي آهي لهذا قابل بيع ۽ شراءَ ٿي ڪري قابل تبادله ٿي ويندي آهي ڪمرشلائزيشن جي انتها هي آهي ته دنيا ۾ ڪا به شي خدمت جذبه ۽ فطرت اهڙي باقي نه رهي آهي. جو مال جي طرح قيمت نه رکندي هجي ۽ قابل تبادله بصورت بيع ۽ شراءَ نه هجي ڪمرشلائزيش جو هدف آهي دنيا ۾ استعمال ٿيل مادي غير مادي ۽ انساني وسائل بشمول حياتياتي ۽ جماداتي وسائل تي يهودين جي اجاره داري قائم ڪرڻ ۽ ساري دنيا کي پنهنجو غلام دائمي بنائڻ ڪمرشلائزيشن جي هزارين طريقه عمل ۾ آندا ويا آهن. اقوام متحده جون سڀ ڪاروايون سلامتي ڪائونسل جا فيصله. اقوام متحده، اقوام متحده جون ذيلي تنظيمون.عالمي مالياتي فنڊ، عالمي بئنڪ ۽ ٻيا بين الاقوامي اداره جات اسلحن جي تحقيق جون ڪاروايون. خانداني منصوبه بندي جون ڪوششون ماحولياتي تحريڪون. حمل کي ساقط ڪرڻ کي قانوني شڪل ڏيڻ سڀ جون سڀ ڪمرشلائزيشن جون ذيلي شاخون آهن.

حالانڪ پنهنجي پسند سان پنهنجي موت جو فيصله ڪرڻ ميڊيڪل سائنس جا اهي تمام تجربه ۽ ايجادات جون ڪوششون جنهن ۾ انساني جسم جي هر شي قابل استعمال ۽ قابل بيع ۽ شراءَ هجي انهي جو حصه آهي چنانچه فيملي پلاننگ اسقاط حمل کي قانوني بنائڻ پنهنجي پسند سان موت جا تجربه جنهن جي تحت انساني اعضاءَ مصنوعي طور تي تيار ڪرڻ جا تجربه ٿي رهيا

آهن. حالانڪ مصنوعي جاندار بنائڻ جي لاءِ تجربات ٿي رهيا آهن دراصل انهي ڪمرشلائزيشن جي انتهائي منزل تي پهچڻ جي ڪوشش آهي جتي يهودي هڪ عالمگير طاقت جي اعتبار سان انهي ڳالهه جو فيصلہ ڪندا آهن ڪيترن ماڻهن کي زنده رهڻ گهرجي انهي سان گڏوگڏ انهن جي منشاءَ آبادي جي سلسلہ ۾ اها ئي آهي جيڪا سامان ۽ آلہ جات جي آهي جيڪڏهن ڪنهن وقت خاص ۾ انساني وسائل جي زياده ضرورت آهي تہ ايترا انسان پيدا ڪيا وڃن ۽ جڏهن ضرورت نہ هجي تہ انهن کي موت جي گهاٽ تي ويهاريو وڃي.

ٽيسٽ ٽيوب بي بي مرغباني (پولٽري فارم) جي مرڪزن تي تجربہ ٿي رهيا آهن. مثلن هو ڪنهن ڏينهن هڪ لک چوزا ڪيندا آهن جيڪڏهن پنجاه هزار وڪجي ويا تہ باقي پنجاه هزار کي چلهي ۾ ساڙي ڇڏيندا آهن انهي ڪري پنجاه هزار کي هڪ ڏينهن پالڻ ٻئي ڏينهن نو ان پنجاه هزار پيدا ڪرڻ جي مقابلي ۾ مهانگو هوندو آهي. اهو ڪمرشلائزيشن جو حصہ هوندو آهي. دنيا ۾ يهودي گذريل ٻن هزار سالن ۾ ڪسمپرسي جي زندگي گذاري رهيا آهن جيڪا سراسر انهن جي شامت اعمال کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي. يهودين جي زندگي عيسائي دنيا ۾ ناگفتہ بہ تهي عالم اسلام تہ بهرحال ان سان اخلاقي معاملہ ڪيو انهن کي موقعہ ڏنا انهن وٽ ڪڏهن بہ آزاد نہ رهيا مگر عيسائين انتقاما انهن سان برو سلوڪ ڪيو.

قرون وسطيٰ جي آخري دور ۾ عيسائي دنيا ۾ آباد يهودين هڪ گهري سازش جي چار وچائي جنهن جي تحت انهن گذريل ست سو سالن ۾ باالاخر عيسائيت جي سِرسان سِر وڃائي ڇڏي اڄ جي اها دنيا جنهن کي ماڻهو عالم عيسائيت چوندا آهن اصل يهودين جي روندی ہوئی دنیا ہے۔

جڏهن يهودي عيسائين مان فارغ ٿي ويا تہ انهن مسلمانن ڏانهن رخ ڪيو حالانڪ 1923ع ۾ انهن جي سازش سان خلافت عثمانيہ جو خاتمہ ٿي ويو. 1968ع ۾ فلسطين ۾ هڪ غاصب رياست اسرائيل جي نالي سان ظهور ۾ آئي اهڙي طرح 1991ع تاريخ اسلام جو ٽيون دردناڪ واقعہ رونما ٿيو اهو واقعہ هو يهود ۽ نصارا جو عهد فاروقي کان پوءِ جزيرتہ العرب ۾ واپس اچڻ. مسلمانن

خلاف يهودي سازش بظاهر ڪامياب ڏسڻ ۾ اچي ٿي ليڪن صورتحال جي تبديلي اهڙي نہ آهي جنهن جي توقع يهودين ڪئي هئي يهودي انهي معاملي ۾ ڌوڪو کائي ويا انهن ملت اسلاميہ کي عيسائيت تي قياس ڪيو انهن عظيم عيسائي سلطنت جو خاتمہ ڪيو. يهودين گذريل پنج سو سالن ۾ يورپ ۾. هيومنزم (Humanism)

## سيڪيولرازم (Secularism) قوميت (Nationalism)

۽ جهموريت (Democracy) جي نالي تي خون جون نديون وهائي ڇڏيون. ۽ عيسائيت جي هڪ هڪ عضوي کي ذريون ذريون ڪري ڇڏيو. انهن جو خيال هو تہ عالم اسلام تي اهو حربہ ڪارگر ٿيندو. ليڪن انهن جو اندازو غلط نڪتو بلاشبہ انهن عالم اسلام جي هرهڪ علائق تي حملہ ڪيو تانت انهي تي اسان جي نفسيات ۽ قرآن ۽ سنت جي مزاج کي سمجهڻ ۾ چوڪ ٿي پيئي. انهن ملت اسلاميہ جو غلط اندازو لڳايو. جهاد افغانستان ۽ پوءِ طالبان جي اقتدار جي اچڻ کان پوءِ مغرب اسلام ۽ مسلمانن جي خوف کان ڏڪي ويا.

مغرب گذريل بہ سو سالن ۾ انهي ڳالهہ جي پوري ڪوشش ڪئي اسان کي اندر ۾ تبديل ڪيو وڃي. يعني جيڪي دين ۽ اصول دين کان رهنمائي حاصل ڪندا آهن اهي ڪنهن ٻي کان رهنمائي حاصل نہ ڪن. مغربي اصطلاحن ۾ جيڪي ريگولر آهن. اهي سيڪيولر ٿي وڃن انهن اسان جي سيڪيولرائزيشن جي ڪوشش ڪئي،سيڪيولرازم۽ سيڪولرائزيشن جي تحريڪ جيڪا ساري دنيا ۾ هلي رهي آهي. خالصتا يهودي تحريڪ آهي، جيڪا انهن پنهنجي دشمنن کي تباہ ڪرڻ جي لاءِ برپا ڪئي آهي. اسان وٽ اها ڳالهہ پڪيڙي ويئي آهي تہ اسان جو تصورروايت ۽ روايت اصلاح جي محتاج آهي. ان ۾ نظرثاني ۽ تبديلي هئڻ گهرجي. انهي ڳالهہ جي ڪوشش ڪئي ويئي تہ زندگي جا نوانوي في صد شعبہ اهڙا ٿي وڃن جتي مجرد عقل اسان جي ر هنمائي قرار پائي. هن وقت مغرب اسلام ۽ مسلمان جي تعلق سان نهايت پريشان آهي. انهي جي سمجهہ ۾ نہ پي آيو تہ هو عامتہ المسلمين جي دلين مان اسلام جي پاڙن کي ڪيڻ لاءِ

ڪهڙو طريقہ اختيار ڪرڻ گهرجي. انهي مقصد جي لاءِ انهن عالمي بنياد تي ڪم ڪيو انهي ڪم تي مستشرقين کي مامور ڪيو. مستشرقين جي ڪوشش کان توهان واقف هوندو. مغربي اقوام اسلام جي بيخ ڪني جي لاءِ جيترو مطالع اسلام ۽ مسلمانن جو ڪيو آهي. اسان انهن جو نہ ڪيو آهي هو ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان شعائر اسلام بالخصوص جهاد جو جذبہ مسلمانن جي دلين مان ختم ڪرڻ چاهين ٿا. انهي کي هر طرح سان وحشيانہ فعل قرار ڏيئي ڪري ان جي خلاف طرح طرح جا حربہ استعمال ڪري رهيا آهن. ليڪن انهي جي باوجود انهن کي معلوم ٿي چڪو آهي تہ انهن جي ڪوشش مان ڪوبہ ڪٿتيل نہ ٿو نڪري. عالم اسلام انهن جي گرفت مان نڪتو ٿو وڃي عالم مغرب ۾ اسلامي امور جي هڪ وڏي ماهر برناڊ ليوس (Bernard Lewis) جو هڪ يهودي آهي پنهنجي تازه ترين مقالہ اسلام ۽ لبرل ڊيموڪريسي ۾ هڪ نئين تجويز پيش ڪئي آهي. ان جو خيال آهي تہ اسلام ۽ مسلم ممالڪ مغربي جمهوريت جي طرف نہ ٿا وڃي سگهن. ٻئي طرف اسلامي بنياد پرستي کي روڪڻ محال آهي. انهي ڪان سواءِ ڪوبہ چارو نہ آهي اسان لبرل جمهوريت جي لاءِ هر آمرانہ طريقہ جائز نہ مستحسن آهي.

عالمي سامراج عالم اسلام جي امنگن کي سرد ڪرڻ جي لاءِ ۽ انهي تي ڪنٽرول ڪرڻ جي لاءِ مختلف طرح جا حربہ استعمال ڪيا آهن. مغربي ايشياءَ . مصر . الجزائر. تيونس مراڪش انڊونيشيا جي حڪمرانن جون تدبيرون ان جو مثال آهن. تنهن هوندي بہ اسلام کي محدود ڪرڻ جي هڪ اهم ڪوشش اها آهي وسط ايشياءَ جي نو آزاد مسلم ملڪن ازبڪستان ترڪمانستان. قازقستان. تاجڪستان. ڪرغيزيہ ۽ آذر بائيجان ۾ يهودين ۽ ڪميونسٽن جي مدد سان ڪئي وڃي ٿي. عالم اسلام ۾ اسلامي قوتن کي دٻائڻ جون ڪوششون گهٽ ۾ گهٽ ٽن قسمن جون آهن.

Neutralisation يعني انهي کي بي اثر Contaniment يعني ان جي قوت ۽ اثر کي محدود ۽ ڪمزور ڪرڻ ۽ Marginalisation يعني انهن کي ڏکي ڪناري تي ڪري ڇڏڻ. انهي سلسلي ۾ هڪ ئي قسم جي ڪوشش بہ ڪئي

وجي ٿي جيڪا نوعيت ۾ ذڪر ڪيل ٽن عوامل کان جدا آهي.

(Aggressive Neautralisation) يعني جارحانہ طور تي بي ڪار بنائڻ ڪي چوندا آهن. درحقيقت آنحضرت ﷺ فرمايو آهي تہ هن امت جي آزمائش مال آهي انهي طرف سوره الڪهف جي آيت 102 ۽ 103 اشارو ڪري ٿي انساني تاريخ جو هي آخري حصہ آهي غالبا اهو ئي دجال جي فتني جو دور آهي. انهي کان پوءِ قيامت اچڻ واري آهي انهي سلسلي ۾ ٻن ڳالهين جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. پهرين ڳالهہ هي آهي تہ امت جي خواص لاءِ ضروري آهي تہ هو مغربي افڪار ۽ نظريات ۽ مغربي تهذيب وتمدن کي گهرائي سان سمجهن سرسري مطالع ڪري ان جا گرويده نہ ٿي وڃون تصور مال تي قائم آهي.

مغرب جي هي تهذيب تجارت Trade کان شروع ٿي ڪري تجارتي حلقہ gluid Bank تجارتي استعماريت Commercial colonillism استعماري ملوڪيت colonial Jmperialism ٿيندي ئي ڪلي تجارت Total commer-cialisation تائين پهچندي آهي.

اڄ جي مغربي تهذيب جنهن جي سربراهي بحيثيت قوم يهودين جي هٿن ۾ آهي ۽ بحيثيت ملڪ آمريڪا جي هٿن ۾ ڪا ڪلچر استبلاڪيت Consll-merism آهي ان جو مفهوم آهي تہ دنيا ۾ هر شي جيڪا ڏٺي وڃي ٿي هر خدمت ۽ هر جذبہ قابل بيع ۽ شراءَ آهي. توهان سيني ٻڌو هوندو مغرب ۾ ڪنهن بہ شي جو جواز Relevance انهي ڳالهہ تي مبني آهي تہ اها ڪيتريقدر پيداواري آهي. لهذا پوڙها ماءُ پيءُ اهي ٻار جيڪي اڃا پيدا نہ ٿيا آهن جيڪي پيداواري نہ آهي مغرب تي بوجهہ آهن. لهذا انهن جو رجحان انهي طرف آهي اهڙن ماڻهن کي زنده رهڻ نہ ڏنو وڃي حالانڪ پوڙهن ۽ پوڙهين جي لاءِ ان جي راه خود پسند ڪيل موت ذريعي ڪيڻ چاهيندا آهن. اهي ٻار جيڪي اڃا تائين پيدا نہ ٿيا آهن انهن جي لاءِ هو اسقاط حمل Abortion کي قانوني شڪل ڏيئي ڪري رستو ڪيدي چڪا آهن. دنيا آهستي آهستي انهي استلاڪيت Constimerism جو حصہ بنجندي وڃي رهي آهي ماڻهن کي عام احساس هو جنگ عظيم ٻي کان پوءِ دنيا مان استعماريت ختم ٿيڻ لڳي. ليڪن حقيقت هي آهي تہ ڪل جي استعماري

ملوڪيت استبلاڪي استعماريت ۾ بدلجي چڪي آهي. ڪل جي استعماريت جي بنياد گهٽي حد تائين فوج ۽ حڪمرانن جي براه راست موجودگي تي قائم ٿي. اڄ جي استعماريت جي بنياد مال آهي. هر جڳهہ تي اها ئي طاقت اڄ بہ فيصلہ ڪندڙ آهي. ڪنهن ملڪ مثلا پاڪستان ۾ ڪل انگريزن جو غلبہ هو انگريزي وائسراءِ هوندا هئا. اڄ پاڪستان ۾ انگريزي فوج ۽ وائسراءِ موجود نہ آهن. ليڪن ٿورن ماڻهن کي خبر آهي تہ پاڪستان جي زندگي ان جي معاشيات ۽ ان جي سياست جا فيصلہ اسلام آباد ۾ نہ پر نيويارڪ ۾ هوندا آهن. اڄ ترقي پذير ملڪن جون حڪومتون نہ پنهنجي مرضي سان ٽيڪس لڳائي سگهن ٿيون ۽ نہ ٽيڪس جو خاتمہ ڪري سگهن ٿيون. عالمي مالياتي فنڊ IMF ۽ عالمي بينڪ World Bank جو دفتر واشنگٽن ڊي سي ۾ آهي واقف ڪارن کي خبر آهي تہ حڪومتن جي حيات ۽ موت جا فيصلہ اتي ئي لکيا ويندا آهن اهڙي طرح انهي نئين تهذيب جي مالي فوج جو نالو بين الاقوامي اداره جات .M. N. C. S يا Multi National carporations آهي ڪل جي ايست انديا ڪمپني .M.N.C جي ابتدائي شڪل هئي. هاڻي دنيا ۾ تقريبا هڪ درجن جي قريب .M.N.C.S ڏني ويندي آهي. اها ئي اها .M.N.C. S آهي جن جي هٿن ۾ سڄي دنيا جي دولت سموري اقوام جي قسمت آهي انهن تقريبن 10 تي يهودين جو قبضو آهي انهي صورت حال ۾ هر چند تہ مسلمان سڄي دنيا ۾ پکڙيل آهن ليڪن عالم اسلام جا بہ عظيم خطا آهن. ايشيا ۽ آفريڪا اهي ئي خطا مغربي استعمار جي سبب گذريل ٻن صدين ۾ لوٽ مار جي ڪري سخت مالي ۽ معاشرتي بحران ۾ مبتلا آهن. انهن ملڪن ۾ سڀ کان وڏو بحران هي آهي تہ هتي امت مسلمہ ۽ مسلم معاشرو بہ الڳ الڳ طبقن جي صورت ۾ ورهائجي ويا آهن. انهي فساد جي جڙ مغربي نظام آهي. ليڪن ان جي باوجود اسلام ۽ مغرب جي ڪشمڪش جو لازمي نتيجہ ان شاءَ الله باطل جي شڪست جي صورت ۾ نڪرندو.

## فري ميسن جا شڪار

1. جيڪڏهن ڪٿي ڪابہ منصوبہ بندي ٿي رهي آهي تہ انهي منصوبہ ۾

اهم ڪردار ادا ڪرڻ وارا ڪوبہ اسان جو مخصوص ۽ قابل اعتماد بند هئڻ گهرجي فطري ڳالهہ آهي تہ فري ميسن ڪان علاوه ڪير حق رکي ٿو جو اهم معاملن کي پنهنجي هٿن ۾ رکي ڇو تہ صرف اسين ڄاڻون ٿا تہ معاملن کي ڪهڙي شڪل ڏيڻي آهي ۽ ڪيتري انجام تائين وٺي وڃڻو آهي. جنهن جو غيريهودکي قطعا شعورنہ آهي. (وثائق يهوديت (Protocols) 5.15)

2.فري ميسن لاجن ۾ داخل ٿيڻ وارا غير يهود وڏي جاسوسي سان اندر قدم رکندا آهن. انهي آرزو سان گڏ بعض مفادات ان جو مقدر بنجندويا هو عوام ۾ وڏا سمجهيا ويندا. انهن ۾ گهڻا پنهنجي اوٽ پٽانگ خيالات جي اظهار لاءِ پليٽ فارم جي تلاش ۾ هتي اچي نڪرندا آهن يا هو دنيا جي ميعاد جي سراب جي پنيان پڄڻ وارا هوندا آهن اها جنس اسان وٽ وافر ملندي آهي انهي خواهشات جي حوالي سان اسين انهن کي خود فريبي ۾ مبتلا رکندا آهيون ۽ بتدريج هو اسان جي پيدا ڪيل ماحول ۾ گڏجي ويندا آهن مگر بدستور انهي خوش فهمي ۾ مبتلا رهندا آهن انهن جون سوچون انهن جون پنهنجون آهن جيڪي عملا ان جون نہ آهن معمولي عدم توجگي کي ناڪامي سمجهي ڪري هو تمام گهڻو جلد دل برداشتہ بہ ٿي ويندا آهن توجه حاصل ڪرڻ جي خاطر جنهن کي ڪاميابي سمجهندا آهن اسان جا غيرمشروط غلام بنجي ويندا آهن ۽ اهڙن حالتن ۾ انهن ڪان قرباني طلب ڪئي وڃي بنا سوچڻ سمجهڻ جي انهي لاءِ تيار ٿي ويندا آهن ۽ پنهنجي اهم منصوبن تائين ترڪ ڪرڻ تي هم وقت مستعد ڏنا ويندا آهن جيڪو اسان جي خواهشات جي تڪميل جو هيو نالو آهي اسين جيڪي ڪم چاهيون انهن ڪان ڪرائي وٺندا آهيون.

(وثائق يهوديت (Protocols) 6. 15)

وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ

# تفهيم القرآن

سنڌي ترجمو

مولانا سيد ابوالاعليٰ مودوديؒ

مترجم

مولانا جان محمد ڀٽو (مرحوم)

مولانا حڪيم امير الدين مهر

☆


سنڌ اسلامڪ پبليڪيشنز

حيدرآباد۔